# اَمُن ٿو گهران

[شاعري]

خاڪي جاني



سچائي اشاعت گهر- دڙو

2011ع

## اسٽاڪسٽ

- پٺائي بڪ هائوس گاڏي کاتو حيدرآباد.
Cell#0322_3011506
- سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال حيدرآباد.
- قليچ ڪتاب گهر لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد.
- سنڌيڪا بڪ شاپ گاڏي کاتو حيدرآباد.
- ڪلچر ڪتاب گهر سامهون ايم پي اي هاسٽل ڪراچي.
- گل ڪتاب گهر لکي در شڪارپور
- مهراڻ ڪتاب گهر گهنٽي ڦاٽڪ: سامهون سپنا لان لاڙڪاڻو.
- فڪشن بوڪ هائوس رابعه اسڪوائر حيدرآباد.
- شاهه لطيف ڪتاب گهر گاڏي کاتو حيدرآباد.
- مهراڻ ڪتاب گهر سانگهڙ.

---


**سچائي اشاعت گهر جو ڪتاب نمبر 79 هون**



**حق ۽ واسطا محفوظ**

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | | آمن ٿو گهران |
| موضوع | : | شاعري |
| شاعر | : | خاڪي جاني |
| ڇاپو | : | مارچ 2011ع |
| ٽائٽل ڊزائين | : | مور ساگر |
| ڪمپوزنگ | : | جهانزيب علي جوڻيجو<br>ساحل ڪمپوزرس رابعه اسڪوائر حيدرآباد.(10) |
| ڇپيندڙ | : | ساحل پرنٽرز رابعه اسڪوائر گاڏي کاتو<br>حيدرچوڪ حيدرآباد (3) 03332634650 |
| ڇپائيندڙ | : | سچائي اشاعت گهر- دڙو فون: 0301_3640468 |

**قيمت: Rs_150/=**

---

**AMAN THO GHURAAN (Poetry)** Writen by: **KHAKI JANI** Published by:
Sachai Ishait Ghar, DARRO, Sindh, Pakistan
Edition First, 2011.
Cell:03013640468

# ارپڻا

پنهنجي پياري بابا

**نصير محمد**

جي نانءُ

جنهن جوا وچتو وڇوڙو

مونکي ڇورو ڇنو ڪري ويو.

ساڳيان گس ۽ گهيٽ ڏسان، ساڳيان ٻنيون ٻارا،
منهنجا بابا پيارا، ناهين نظرن اڳيان تون!

خاڪي جاني

# پبلشر نوٽ

سچائي اشاعت گهر پاران ’خاڪي جاني‘ جو پهريون شعري مجموعو ”امن ٿو گهران“ اوهانجي خدمت ۾ حاضر آهي، خاڪي جاني نئين ٽهيءَ جي انهن ٿورن شاعرن مان آهي، جن جي شاعري فني معيار تي پورو لهڻ سان گڏ، فڪري حوالي سان بہ سگهاري حيثيت رکي ٿي.

خاڪي لڳ ڀڳ شاعري جي سڀني صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي ۽ شعري صنفن ڪان بہ چڱي طرح واقف آهي، جنهن ڪري سندس شاعري پڙهندڙ جو ڌيان جلد ئي پاڻ ڏانهن ڇڪايو وٺي.

اسان سچائي اشاعت گهر پاران هن ڪان اڳ بہ نئين ٽهي جي ڪيترن ئي شاعرن جا شعري مجموعا پيش ڪري، چُڪا آهيون ۽ خاڪي جو هي ڪتاب ”سنڌي“ شاعري ۾ هڪ سٺو واڌارو ثابت ٿيندو.

**يوسف سنڌي**

21 مارچ 2011ع

# شاعر پاران

شاعريءَ کي ڪن الهام چيو آهي تہ ڪن جادوگري، ڪن ذات جونالو ڏنو آهي، تہ ڪي وري شاعريءَ کي فن سمجهن ٿا. شاعري نہ آسماني آواز آهي، نہ ڪي چلا ڪاٽي حاصل ڪيل جادو. شاعري انسان جي اندر موجود پيڙائن، ڏکن، سورن، خوشين، آسن، اميدن ۽ اُٿلن پُٿلن سان گڏ ٻاهرين سماج، ماحول جي حالتن، وارتائن، حادثن، مسئلن، مونجهارن، معجزن، روين، لهجن ۽ سموري نظري ذهني ۽ دلي عڪس جو هڪ نمونو آهي.

شاعر پنهنجي پاڻ لاءِ لکي ٿو خود کي شاعري جي لفظن ۾ پوئي ٿو ۽ ان سان گڏوگڏ ٻين ماڻهن جون ڪيفيتون، ڌرتي جون دانهون، مُلڪن جون حالتون مطلب تہ سڄي ڪائنات جون نراسيون ۽ شادمانيون پاڻ ۾ جذب ڪري ٿو محسوس ڪري ٿو پوءِ ئي ڪجهہ لکي ٿو. شاعري رڳو جذبن جي ترجماني، حق جي نعري، لفظن جي جوڙجڪ جو نالو نہ آهي. شاعري ٻولي جي ڄاڻ، فڪري اُڏام، فني گُهرجن جو هڪ اهڃو رستو آهي، جنهن ۾ هر شعر هر سِٽ هر لفظ تي ايئن عبور رکڻو پوندو آهي. جيئن ڪو مسافر گس پلجي وڃڻ ڪانپوءِ تارن جي مدد/ڄاڻ سان ڏِس جو پتو لڳائي پنهنجي ماڳ تي پهچندو آهي. ايئن ئي شاعر وٽ اهي تارا آهن شاعري جو علم/فن. شاعري جا ماڻ/ماپا ڪيڏي ڇڏجن يا متروڪ ڪري ڇڏجن تہ هوند هر ٻيو ماڻهو شاعر سڏرائڻ لڳي ۽ هر ٻي ڳالهہ شعر چوڄڻ لڳي. شاعريءَ لاءِ وزن بحر ايئن آهي، جيئن ٿانو لاءِ قلعي، ڪاٺ لاءِ رندو گهر لاءِ روشني، انسان لاءِ زبان، ڌرتي لاءِ ساوڪ ۽ سرهاڻ.

آئون تہ شاعريءَ کي زندگيءَ جو آواز/تصوير سمجهان ٿو منهنجي

شاعريءَ ۾ اهي آواز شامل آهن جيڪي اسانجي ڪنن تائين روز رسائي ڪن ٿا. پر انهن آوازن تي نه ئي ڪنهن ڌيان ڏريو آهي ۽ نه ئي ڪنهن انهن کي ورنايو آهي. اهي تصوير ون جيڪي روز اسانجي نظرن اڳيان اچن ٿيون. پر اسان ڪڏهن به انهن کي پڙهڻ جي ڪوشش نه ڪئي آهي. منهنجي شاعري سنڌي ادبي سنگت ماتلي جي گڏجاڻينْ کان ويندي ٽنڊوغلام علي جي ويهڪن ۾ وڌي ويجهي آهي. ادبي سنگت ماتلي ۾ مير مُرڪ، ڊاڪٽر مقبول مارو، نورل واڍو، محبوب بخاري، لکي نظاماڻي، حيدر شاهه، جهان آرا بتول، موسيٰ منظور، طارق توڪل، جابر زار، نثار نوتڪاڻي، نورمحمد راهي (مرحوم)، غلام حسين لغاري، غلام قادر چانگ، شعيب شاد، ياسين ساجد، ملوڪ نظاماڻي، ۽ ٻيا ڪوڙ نانءَ اچي وڃن ٿا. انهن سڄڻن جي محبتن مون کي ۽ منهنجي شاعريءَ کي مان بخشيو. ماتلي جي گڏجاڻين ۾ شاعري سان گڏ ڪهاڻيون به تنقيد لاءِ پيش ڪيون. ماتلي شاخ جي گڏجاڻين مان مون تنقيد ڪرڻ ۽ اصلاح کي سمجهڻ سکيو. اڳتي هلي ٽنڊو غلام علي شاخ جي گڏجاڻين ۾ وڃڻ لڳس، هڪ ئي وقت ادبي سنگت ماتلي جو عهديدار هوندي به ادبي سنگت ٽنڊوغلام علي جي ويهڪن ۾ شرڪت ڪندو رهيس/آهيان. ٽنڊو غلام علي ۾ سانوڻ سنڌي، نبي بخش ناز، طارق عاجز، امر سنڌي، مختيار سهتو، خيرمحمد خاص، جانڻ چانڊيو، آثم ارباب، اعجاز شاهه، مير محمد ذواڪر ۽ شگن پريمي متحرڪ هئا. سانوڻ سنڌي جڏهن ڪنهن شاعر جي شعر جي تشريح ڪندو هو ته اهو شاعر اها تشريح ٻڌي پنهنجي پر ۾ سوچڻ تي مجبور ٿي ويندوهو ته "ڇا واقعي مون ايترو خوبصورت لکيو آهي؟" سانوڻ غزل ۾ موجود خامين جي نشاندهي به نهايت شانائتي نموني ڪندو هو. سندس خال اڄ تائين پرجي ناهي سگهيو. نبي بخش ناز ۽ امر سنڌي شاعر جي خيالن ۽ سوچن جو حصو بڻجي تخليق ۾ موجود اهي غلطيون به ڪڍي وٺندا هئا/آهن، جيڪي ڪنهن ٻئي تنقيدنگار کي نظر نه ايندڀون هيون/آهن. تنقيدي ويهڪن ۾ مسلسل ۽ پابنديءَ سان اچڻ ڪري مختيار سهتو ٿوري ئي وقت ۾ سنڌ جي ناميارن شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو.

مون هي شاعري جو مجموعو ٽنڊوغلام علي جي ادبي ويهڪن ۾ قسطوار (ڇهن نشستن ۾) پڙهيو ۽ دوستن جي راين/اصلاحن کي مُرڪي قبول ڪيو. شاعري جي سورهن بهارن ۾ مون کي جهجهي ميڃتا ملي آهي. بدين ضلعي جي مشاعري ۾ ميڃتا سرٽيفڪيٽ مليو 2000ع ۾ ماهوار هالار ڊائجسٽ ۾ منهنجو پهريون انٽرويو شايع ٿيو. سنڌي ادبي سنگت پاران ڊاڪٽر ذوالفقار سيال جي دؤر ۾ مون سان ۽ سريلي راڳي ڪريم ڪڇي سان شام ملهائي ويئي، جنهن ۾ سمورن مرڪزي عهديدارن شرڪت ڪئي. ڪريم ڪڇي انهي شام ۾ منهنجا ڇهه غزل ڳايا. "سنڌي ٻولي قومي ٻولي مهم" جي سلسلي ۾ مون کي ٻه پيرا ميڃتا سرٽيفڪيٽ مليا. يوسف سنڌيءَ جي دؤر ۾ مرڪزي ادبي سنگت پاران مون کي شاخ جي 2010ع ۾ سيڪريٽري/ماتلي شاخ کي بهترين ڪارڪردگي تي ميڃتا ايوارڊ سان نوازيو ويو. منهنجي ڳوٺ بخشو نظاماڻي ۾ مون کان اڳ ۾ مرحوم ماما يارمحمد نظاماڻي(نهايت شريف النفس ۽ بزرگ ماڻهو) شاعري ڪندو هو پر سندس ڪا به تخليق ڇپجي نه سگهي. سندس پٽ محمد خان ڪجهه غزل لکيا، پوءِ اڳتي هلي ان شاعري مان هٿ ڪڍيا. منهنجي شاعر طور نروار ٿيڻ کان پوءِ شعيب شاد، عبدالقادر (عبد سنڌي)، عمران نظاماڻي ۽ عباس نظاماڻي شاعري طرف آيا. منهنجي ڀيڻ 'ساجده سنڌو' تعلقي ماتلي جي پهرين ڪهاڻيڪار آهي.

هن مجموعي کي ڇپرائڻ لاءِ مون کي همٿائڻ ۾ نبي بخش ناز مختيار سهتو ۽ رضوانه سحر سرفهرست آهن. هونئين ته مون هر صنف کي پنهنجي قلم جي نوڪ هيٺ آندو آهي، پر "امن ٿو گهران" ۾ رڳو غزل ۽ نظم شامل آهن. انهن مان ڪجهه مختلف رسالن ۾ ڇپيل آهن ۽ ڪجهه وري ڪريم ڪڇي، حسين بخش ڪهيري، خالد پٽافي ۽ مير محمد بلوچ پنهنجي آواز ۾ ڳائي چڪا آهن.

"امن ٿو گهران" لاءِ ڪنهن کان مهاڳ ڪونه لکرايو اٿم، اڄڪلهه لکجندڙ مهاڳ سواءِ سرٽيفڪيٽ جي ٻيو ڪجهه نه هوندا آهن مون پڙهندڙن جي ذهنن کي انهي سرٽيفڪيٽ ۾ قيد ڪرڻ نه ٿي چاهيو. جڏهن

ڪو نالي وارو شاعر ڪنهن شاعر کي وڏا خطاب ۽ نالا ڏيو ڇڏي ته عام پڙهندڙ ۽ باقي شاعر ڪابه راءِ جوڙڻ لاءِ ساهس ساري ناهن سگهندا. سو منهنجي شاعري تي هر ننڍي وڏي شاعر/غير شاعري کي لکڻ جو پورو حق آهي، ۽ مون انهن کي انهي لکڻ/راءِ ڏيڻ واري حق کي قائم رکندي ”امن ٿو گهران“ کي بنا مهاڳ ڇپرايو آهي. بي غرض محبتن تي قائم رهندڙ اسحاق عاجز (منهنجو ساٿي، دوست، ٽوڙيندڙ جوڙيندڙ ياءُ) جا قرب جنهن مون کي ادبي ڪتابن جي مطالعي جو عادي بڻائي منهنجي اندر جي شاعر کي جاڳائي ڇڏيو. وڏا وڙ ته آهن محترم دوست داروغي لياقت نظاماڻي جا جنهن پنهنجي پيار منجهان ”امن ٿو گهران“ کي سهڻن اکرن ۾ لکي ڇپجڻ لائق بڻايو ۽ پياري دوست يوسف سنڌيءَ جون محبتون جنهن هڪ ئي ڪال تي منهنجي ڪتاب ڇپڻ لاءِ ڇاتيءَ تي هٿ هنيو.

اوهان منجهان، اوهانجو پنهنجو

**خاڪي جاني**

ٽپال گهر راڄو خاناڻي وايا ماتلي

ضلعو بدين سنڌ.

رابطو: 0346_3934512

14 جنوري 2011

اسان مسافر رهي اسان کي تلاش محبت امن جي آهي،
حڪومتن جا سفير بڻجون اِيئن اسان کان ٿيو نه ٿيندو.

سناسين گهٽا زلزلا زندگي ۾،
مليا ڪين ڪي پرجهلا زندگي ۾.

ڪڏهن پاڻ پاڳل ڪڏهن پاڻ ڏاها،
اهي عشق جا سلسلا زندگي ۾.

ڏسي سونهن سامهون ٽڙي ٿو پوان مان،
وڌي ٿا وڃن ٽرٽلا زندگي ۾.

الا! بي رخي مان ڦيريو منهن ڇڏي هو،
ڪري ٿي وڃي ڪربلا زندگي ۾.

وڌي هاڻ بيروزگاري گهٽي آ،
رڳو منهن ڪڍن مسئلا زندگي ۾.

خوشي ڪاٿ 'خاڪي' ملي ڪانه مون کي،
غمن جا رهيا قافلا زندگي ۾.



آڻ ڏِنا پيچرا زندگي جو سفر.
پيا هلن قافلا زندگي جو سفر.

جا بہ گذري گھڙي امتحان ٿي لڳي،
چڙ ڪٿيون ٿا سزا زندگي جو سفر.

هڪ پُڄاڻي پُڄُو پيو تہ آيو مٿان،
سور جا سلسلا زندگي جو سفر.

پُٽ بنا ماءُ جو هانءُ ڦاٽي پيو
حادثا، حادثا زندگي جو سفر.

راهہ ساڳي گسن ۾ اُهي ئي ڪنڊا،
ساٿ بس حوصلا زندگي جو سفر.

غلطين ڪان نہ خاڪي بچي ٿا سگهون،
ٿي خطا تي خطا زندگي جو سفر.



ڪٿي مُرڪ پوپٽ اُڏارون اُڏارون.
ڪٿي لڙڪ ٻِلڙن قطارو قطارون.

نصيبن ۾ ڪنهن کي خزان ئي ملي آ،
ڪٿي ياڳ ڪنهن جو بهارون بهارون.

ڪٿي يار دل جا ڇڏيا ڪنهن وساري،
ڪٿي روز راهن - نهارون نهارون.

نہ سوچون نہ اُلڪا پريشاني ڪنهن کي،
ڪٿي شخص ڪوئي سنيارون سنيارون.

ڪٿي جهوپڙا بارشن ۾ وهي ويا،
ڪٿي ماربل جون مزارون مزارون.

ٽُٽي تند تنبوري پيو پَٽَ آهي،
ڪٿي سي سيد جون تنوارون تنوارون.

سڄي سنڌ ڏِس درد جي ٿي صدا آ،
ڪٿي آ، سُٽي جو پڪارون پڪارون.

هجئي حيف! آرام توکي آ 'خاڪي'،
ڪٿي سنڌ وچي ڏي ميارون ميارون؟



ساڻ زلفن ٻڌي وئي آهي.
ڳالهہ وس کان وڌي وئي آهي.

روز پئي ٿي جلي جدائي ۾،
دل بہ ٿي بي سڌي وئي آهي.

هو ٿي مون کان پري پري آهي،
غير ڏي ڪيئن وڌي ويئي آهي!؟

چانوَ هن جي ملي ٻين کي پوءِ،
آس پيي ٿي ٽڏي وئي آهي.

ڪو جزيرو اهڙو بہ آهي ڇا!؟
جت خوشي ڪا لڌي ويئي آهي.

ها سگهو آڇپو ملي ويندو،
مون ٻُڌو ٿي ٻڌي وئي آهي.



نقاب سارا هٽي ويا هن.
حجاب سارا هٽي ويا هن.

ڏسي حُسن بي پناھ تنهنجو
شباب سارا هٽي ويا هن.

نشو نگاهن سندو اُتم آ،
شراب سارا هٽي ويا هن.

پڙهان پيو مان چهرو پرين جو
ڪتاب سارا هٽي ويا هن.

مٿي سواري جڏهن جوڀن جي،
نواب سارا هٽي ويا هن.

گُهلي آ خوشبو تنهنجي بدن مان،
گلاب سارا هٽي ويا هن.

اچي ملئين تون تڏهن تہ خاڪي،
عذاب سارا هٽي ويا هن.



صدين کنان پئي پرين اوهان لئہ اها اسان جي نهار جاڳي.
ڏسي اوهان کي سندم اکين ۾ وري ڪٺي ڪر خمار جاڳي.

وجود منهنجو ڪٿي آ منهنجو؟ وجود ۾ اوهان موجود آهيو.
نڪي وساريان نڪي وسرندا گهڙي گهڙي تي سنيار جاڳي.

حسين ماڻهو يا سونهن ڪائي سوا محبت تہ بي معنائي،
پيار مان ڪو جڏهن نهاري تڏهن حسن جو نکار جاڳي.

اهو لمحو هو ڪهڙو الائي؟ اوهان اسان ڏي هلي بہ آيا،
انهي ڪِنان پوءِ مونسان پيو منهنجو گهر دريون ۽ دوار جاڳي.

پتا وڻن جا سڪي ڇڻيا ۽ ڪنول ڪماڻان خزان تي حاوي،
ورو بہ هاڻي متان اسان جي بہ زندگي ۾ بهار جاڳي.

لکيو وري لک ڪوي لکڻ چاڻ ايستائين فرض ۾ شامل،
جيسين سنڌو جو سپوت سوڊو يا دولهہ دودو سچار جاڳي.

سنڌو سڪائي ٽا ٻيم جوڙين سمنڊ ڪائي زمين اسان جي،
اهڙو تہ ڪو لک شعر خاڪي جو منجهان پهاڙن پڪار جاڳي.



تنهنجون يادون ڇُهڻي پيون هن.
پيرن جي ٺي ٺارين وانگي.

منهنجا سپنا منهنجون آسون،
تو بن سهڻا ڇارين وانگي.

منهنجون نظرون مِنٿون ميڙون،
تنهنجون نظرون مارين وانگي.

تنهنجا سڀ حڪم رئيساڻا،
منهنجون آزيون هارين وانگي.

دل جا گهاءَ نہ پرجي سگهيا،
چولي ۾ پيل گهارين وانگي.

'خاڪي' توکي پنهنجو سمجهي،
ٺُنهنجا رَويا ڏارين وانگي.



جي نہ توکي وٽان،
هام ڪهڙي هٽان.

توکي سامهون ڏسي،
ساهہ ٿڌڙا ڪٽان.

تون سراسر سھڻو،
ڳڻ بہ ڪهڙا ڳڻيان؟

ھي بہ شيءِ ٿيندي،
ھن ڀر ھن کي ڪٽان.

تون ڏڪاري ڇڏين،
زرد پن تي ڇٽان.

تون نہ آئين اڃان،
سال گذريا گھٽان.

ڪوڙ 'خاڪي' رقيب،
نانءَ ڪهڙا ڪٽان؟



رُلان رٽن تلاش تنهنجي شل نظر اچي وڃين.
ٽپان ڪُڏان نچان خوشي وچان اگر اچي وڃين.

ڪُليو ڙڪان دوار گهر دوار اڪ دوار دل،
کهڙي لمحي گهڙي پهر ۾ تون خبر اچي وڃين.

نہ گهر نہ گهاٽ ڪو نہ واهرو وسيلو ئي اٿم،
پلا تہ پاڳ مون جي چانو ٿي ڇپر اچي وڃين.

اُجهي نہ ٿي پياس من ننگر بنجر وڃي ٿيندو
سگهو سڄڻ ٿي ساوڻي سندو ڪڪر اچي وڃين.

ڏسي جهلڪ گلاب موتيا ڪنول ڪومائجن،
فضا خمارجي، ڪٿي اهڙو اثر اچي وڃين.

سڄي حيات هڪ جهلڪ ڏسڻ جي لئہ وئي هلي،
مرڻ مهل صحيح ٿئي پوري ڪسر اچي وڃين.

ڇپو ڇپو ڇُمان جتي جتي رکين تون پيرڙا،
خدا وٽان ئي ڪو اچي وڃي امر، اچي وڃين.



اوير توکان وڇڙي وياسين.
پنهنجي پر ۾ اُجڙي وياسين.

اهڙو واءُ وڇوڙي جو لڳو
جو پن پن ٿي پکڙي وياسين.

تو پيرا ها دل تان ڊاٺا،
طوفان لڳو الڙي وياسين.

راتيون جاڳڻ روڄن تي رلڻ،
ساٿ ڇڏي وئين بگڙي وياسين.

توکي گڏ غيرن ساڻ ڏسي،
پاڙن کان ئي اُکڙي وياسين.

زهر پيالي آڇي پيارن!
سا به اسان پي تڪڙي وياسين.

هو ٿيا جهولا، جُونَ، جهڪون ۽،
ٿي هير اسان ٿڏڙي وياسين.

جيون کي نہ لڳي ڪاب چتي،
رلين وانگي اُڌڙي وياسين.

'خاڪي' تنهنجو خال نہ پريو
پين پنن کي چنبڙي وياسين.



ڪجهہ تہ منهنجي ٻڌو ڏوهہ منهنجو ڏَسيو،
ايئن نہ مون کان رُسو، ايئن نہ مون کان رُسو.

تيل سرما ۽ ڪنگيون بہ وسري ويون،
حال منهنجا پَسو، ايئن نہ مون کان رُسو.

مان اُڃايل ٿَري پيار بادل ڪري،
مينهن وانگي وَسو، ايئن نہ مون کان رُسو.

ڪونہ ديدار دلبر اوهان جو ٿيو،
مان تسي جو تَسو، ايئن نہ مون کان رُسو.

هي اوهان جو رسڻ ٿي ڇڏيندو ماري،
زندگي ٿا ڪَسيو، ايئن نہ مون کان رُسو.

هن حياتي جا 'خاڪي' بچيا پل باقي،
جلد جاني رَسو، ايئن نہ مون کان رُسو.



توسان ملندڙ جلندر جاني ڇهرن مان خوشبوءِ اچي ٿي.
مون ساڻ ملڻ ايندي آهين سپنن مان خوشبوءِ اچي ٿي.

ڪالهه بہ توکي چاهيندو هئس ۽ اڄ ٻي توکي چاهيان ٿو
پيار پرين تنهنجو حاوي آ، تن من مان خوشبوءِ اچي ٿي.

تون اڄ ڪلهہ مون کان ڏور آهين ڪنهن اڻ ڄاتي ماڻهو وانگي،
ساٿ ڏيڻ لئہ ڪئي جي مون سان، وعدن مان خوشبوءِ اچي ٿي.

ساٿ بہ تنهنجو مون سان ئي هو ساهہ بہ واڳيل توسان ئي هو
وقت ورائي جي هن ڇڏيا، پردن مان خوشبوءِ اچي ٿي.

مان ڪنڌ جهڪائي ڇڏيان ٿو ۽ تون پنهنجن ساڻ مٽين ٿي،
گڏجي اڳ پاڻ هلياسين ٿي، رستن مان خوشبوءِ اچي ٿي.

”پيار پنهنجو نيٺ امر ٿيندو“ تو محبت مان هو ايئن چيو!
سو تہ ٿيو اڄ ماضي ها پر، لفظن مان خوشبوءِ اچي ٿي.

ڳورو رنگ منهنجي مجبوري ڪاري سان توکي چاهہ هيو
ڪو سهڻو جي پائي ڪارا، رنگن مان خوشبوءِ اچي ٿي.



ڪير آ جو سونهن ڏي سنبريو نہ آ؟
ڪير آ جو آڪاڙ ۾ پگهريو نہ آ؟

ساھ منهنجو پيو مُنجهي ڇا ماجرا؟
نيڻ مليا واءُ ڪو ٽڪريو نہ آ.

باھ جي شعلن مٿي تو رقص ٿي،
تون چوين ”هُو عشق ۾ پَچريو نہ آ“.

دوست ڪان دوڪو خبر ڪيئن تہ پوي؟
ڪير مان پاڻي ڪڏهن اڇريو نہ آ.

مان سدائين سچ چوان ٿو سڌ وڏي،
ڪوڙ جو چوغو ڪڏهن پهريو نہ آ.

جو پڄي آيو مرڻ جي خوف ڪان،
تنهن پُٺي ڪي ماءُ ۽ پيءُ ٽپريو نہ آ.

ٿي اجان دل جي ڪتابن ۾ رهي،
وقت جي تہ ڪُئن صفحو ڪتريو نہ آ.

پائپي راحت امن ’خاڪي‘ ملي،
پيار جهڙو ڪو ٻيو نظريو نہ آ.



اُڀ تي خالي بادل ڊوڙن.
ايئن لڳي ڪنهن لئہ ٿا پٽڪن.

ڦوهہ جواني سهڻا سائين،
هي بہ الائي ڪنهن تي برسن؟

مان ايئن آهيان سانڍ سنڌءِ لئہ،
جيئن پکيئڙو پٽڪي بن بن.

تنهنجي پيرن پايل ناهي،
پير وڏيا ٿي من ۾ ڇن ڇن.

توکان وسري هاڻ ويس مان،
پر تون نہ ڀُلئين مون کان پل ڪن.

رُوح سچو تہ ٿئي روهہ رتيون،
عشق نہ جهلجي پلجي جبلن.

حِرص حوس ۽ جسم فروشي،
هي حالت آ هاڻي شهرن.

مون وٽ ڪجهہ وايون گيت غزل،
تن مان ڪريان تُنهنجو درشن.

توکان پوءِ هي حالت جاني،
جيئن بن برسات ٿري تڙپن.



اڃا تائين پيو تڙپان اڃا تنهنجو پُڇان ٿو مان،
ڪٿان ايندين ڪڏهن ايندين؟ رڳو راهون ڏسان ٿو مان.

گهڻو ئي وقت ويو گذري، لڏي تو سار ناهي ڪا،
”رُڪيو مجبور هوندو هو“ اِيئن دل کي چوان ٿو مان.

ڏڪاريو لوڪ وستي مان ويس ٿي ڏور نظرن کان،
اُتان مون کي تڙيندا ڪيئن تنهنجي من ۾ رهان ٿو مان؟

ڏسڻ توسان ڪلڻ توسان هُئين تون ئي سندم ساٿي،
ڏِسان ڪنهن ڏي ڪِلان ڪنهن سان؟ اڪيلوئي هلان ٿو مان.

لڳي بندش ڦريون فونون رهي ٿي جانچ اُٿ ويھ تي،
هتي تون ٿو لُڇين جاني هتي جليو لڪان ٿو مان!

سوا تنهنجي حياتي هي زهر قاتل لڳي ’خاڪي‘،
اچي ويندين اچي ويندين اِيئن چوندي پيان ٿو مان!



يلا ٻڌايو پرين اوهان کي وسارڃي پر وسارجي ڪيئن.
لڳي جا ويئي انهي تہ دل کي ڏُتارجي پر ڏتارجي ڪيئن.

هتي وٺڻ ناڻ يار جو ڇڏڻ گناهہ ڪوئي ڪبير آهي،
وري ستائي جو سڪ سڄڻ جي پُڪارجي پر پُڪارجي ڪيئن.

سهي سگهان تير مان نظر جا ايڏو تہ مون ۾ بہ دم نہ آهي،
اڇي ويا سامهان اوهان ئي نِهارجي پر نهارجي ڪيئن.

سُهڻل سوا ايئن آ حياتي بنا پاڻي جيئن مڇي تي قتڪي،
اوهان بنا زندگي اڪيلي گذارجي پر گذارجي ڪيئن.

هتي تہ هڪ هن پيار تي چوڪيون ٻيو آ صياد هر هنڌ،
ملي نياپو هتان ڪبوتر اُڏارجي پر اُڏارجي ڪيئن.

حيات ڏاڍي ڏکي تي گذري ڳُنن حوالي جيون سَفينو
ٻڏي تي ٻيڙي نہ ناکئو آ ڪو اُڪارجي پر اڪارجي ڪيئن.

ملي وڃي دل گهريو جي دلبر اِها تہ آهي ڪمال قسمت،
ڦتل هي 'خاڪي' نصيب پنهنجو سنوارجي پر سنوارجي ڪيئن.



شمع سان ڪري ٿو ملڻ جا بهانا.
اهي ئي پتنگ جي جلڻ جا بهانا.

اسان عشق ۾ هون اڳي ڪان بہ اڳرا،
پرين ٿا تلاشين پلڙ جا بهانا.

ڪري واعدا ڪانہ آئي وچن تي،
ڪري ڳالهہ پنهنجي ٽلڻ جا بهانا.

ڪڏهن حوس پويان ڪڏهن هوٽلن تي،
نئون نسل ڳولي رُلڻ جا بهانا.

ٿيو ٿر ڏڪاريل ٿهوڪا نہ مورن،
ڏيلون ڪيئن ڳولين ٽِلڻ جا بهانا.

غمن جائي پاڇا رهيا زندگي ۾،
اڇو ڪي تہ ٿاهيون ڪلڻ جا بهانا.

گهڻا سور 'خاڪي' سهي چُپ رهياسين،
اسان ڪي نہ آيا سلڻ جا بهانا.



بند ملاقات جا سلسلا ٿي ڪرين.
منهنجي دل ۾ بپا جرجلا ٿي ڪرين.

ساٿ مان توسان ئي ٿو رهڻ چاهيان،
تون مٺي ڇو ڏکها فاصلا ٿي ڪرين؟

چار گهڙيون اچين جڻ ته ميلا مچن،
جي هلي ٿي وڃين ڪربلا ٿي ڪرين.

هر ادا تنهنجي مرڪي اکين تي رکان،
غير ڇو پاڻ سان پرجهلا ٿي ڪرين.

تون ڏسين مُرڪندي درد سڀ دور ٿين،
شوخ نظرون ڪٺي زلزلا ٿي ڪرين.

مون ملڻ پئي گهريو صرف توسان، مگر
گڏ رقيبن سندا قافلا ٿي ڪرين.

سال گذريو يڪو خط لکئي ڪين ڪو،
رابطا ڇو ڀلا گهرگهلا ٿي ڪرين!؟

هڪ حَسين اڳ وري نڪتين سينگارجي،
پوءِ 'خاڪي' خطا حوصلا ٿي ڪرين.



نفيس نازڪ حساس جذبا.
ڪکن پنن جيئن هن سي جليا.

خيال ۾ هو تہ خواب ۾ هو
هنن جا دل تان ڪکر نہ هٽيا.

اسان پڇي عشق ۾ وياسين،
پئي ستاسين سدا جو صدما.

هئا چپن چپ ۾ هار ٻانهن،
ڪيئن وساريا حسين لمحا.

انياءَ جتي پيو ڏسان، لکان ٿو
تڏهن تہ ٿانڊا لڳن هي نغما.

ڪڏهن جهڪائي نہ ڪو بہ سگهندو
جوان جذبا ٻُلند رکبا.

ذرا ذرا تي پُري رهيو هان،
ٻرين ڏيکاريو پنهنجا ڪي جلوا.



انسانيت بن آدم ڪونهي،
پڪ ان جو ڪو ڀرم ڪونهي.

سونهن نظر ۾ عشق اندر ۾
پيار بنا ڪوئي ڪم ڪونهي.

جنهن ۾ گڏ تون مون سان نه هجين،
سو هن دل جو البم ڪونهي.

آهيون اڄ ڪلهه پاڻ نظر ۾
پنهنجي حق ۾ موسم ڪونهي.

هر ڪو پڇي "چو هي حال ڪيئي"؟
يار جُدا آ ٻيو غم ڪونهي.

توسان اظهار ڪرڻ چاهيان،
تو اڳيان اهڙو دم ڪونهي.

ايئن وساريو جانيئڙا ڇڻ،
'خاڪي' سان ڪو سنگم ڪونهي.



اُجڙيل حالن کان ڇرڪن ٿا.
هو دل وارن کان ڇرڪن ٿا.

ماڻهو کي آ ڊپ ماڻهو کان،
دلبر آڇن کان ڇرڪن ٿا.

دل نادان لڳي نہ پوي ڪٿ،
چاهت چاڪن کان ڇرڪن ٿا.

ياد لٿي سچ يار اچي ٿو
عاشق شامن کان ڇرڪن ٿا.

ڪارو ڪاري نہ ڪري مارين،
پنهنجي پاڇن کان ڇرڪن ٿا.

ميڪپ سُرخي لالي مڙس تہ،
سورنهن سائن کان ڇرڪن ٿا.

پي بڻيا پٽ، پٽ بڻيا پي،
ڳاڙهن واتن کان ڇرڪن ٿا.

اڄ ڪلهہ چوٽ چڙهي مهانگائي،
ماڻهو ڪاڇن کان ڇرڪن ٿا.

ڪوڙا سامي ڪوڙيون مُرليون،
جوڳي نانگن ڪان چرڪن ٿا.

ماري وجهندا سامي وارا،
جيئرا لاشن ڪان چرڪن ٿا.

محبوب ڏسن ساڻ رقيبن،
اهڙن خوابن ڪان چرڪن ٿا.

ساون گڏ سپهه سُڪار ساڙي،
ماڻهو جانچن ڪان چرڪن ٿا.

ڇا جي قوم ته ڇا سنڌ؟ ليڊر ..
فوجي داٻن ڪان چرڪن ٿا.

اوطاقن تي روز سلامي،
هيٺا ڏاڍن ڪان چرڪن ٿا.

شاعر آزاد لکن شعر هتي،
علمي ماپن ڪان چرڪن ٿا.

گلڙن کي تو چاهي هرڪو،
’خاڪي‘ خارن ڪان چرڪن ٿا.



ٿي گهري امتحان هر گهڙي دوستي.
ڇا ڪبي جا هجي بي وڙي دوستي.

پيار ۾ روح گڏ ٿا ٿ جيئن مرن،
محبتن جي تہ آهي ڪڙي دوستي.

جيئن رشتو آ پاڻي مڇي جو مٺا،
تيئن دل جي توسان آ اڙي دوستي.

دل وڃي پرجي يا يار ٽڪجي پوي،
پوءِ هي روز ڏي ٿي تڙي دوستي.

دوستن کان دوکن تي جو دوکا مليا،
ها تڏهن ئي ويچاري رڙي دوستي.

ماڻهو مطلبي جي مليا هت رڳو
لوڀ لالچ ۾ ويندي سڙي دوستي.

گهاءُ سهجن غمن کي لڳائي ڳلي،
پوءِ لڳي ٿي مٺي هي ڪڙي دوستي.

سنڌ هئي دوستي ۾ تہ مشهور پر،
سچ جيان ها هتان ڀي لڙي دوستي.

پاڻ 'خاڪي' کلي سر ڏيون ياري ۾،
جي هجي هو سچو پو ڪڙي دوستي.



دل جي بنجر ڌرتي مٿي بادل ڪو بڻجي وس اچي.
هي حال دل جو دلربا پنهنجي اکين سان پس اچي.

ويران من جي آهي وستي تو بنا منهنجا مٺا،
منهنجي حياتي آ ڄڃسي چاهت جو پرڪو چس اچي.

ڪائڻ اچن هي در دريون پٽيون ۽ چٽيون هر گهڙي،
آهيان اڪيلو ٿي پوندو ميلو رڳو تون بس اچي.

توکي چيم مان ٿو ڪيان توسان محبت ويئن رسي،
مان آهيان اڻ ڄاڻ تون آداب محبت ڏس اچي.

تنهنجي سوا ڪجهه ٻي اچي سهڻا نٿو مون کي نظر،
لالڻ مون کي پنهنجي هٿن سان تون لائي ڪنهن گس اچي.

آهي سندم هي آرزو دلبر جو ٿي ديدار ڪو،
ويندس گذاري هان لمحو ڪو موت کان اڳ رس اچي.

ها مان تنهنجي ئي پيار ۾ ڪامان پچان پڄران پيو،
هُون جي اچين نہ تہ 'خاڪي' ڪان پنهنجون يادون ئي ڪس اچي.



وري هڪ دفعو درد دل کي مِلي ڪو.
وري سور منهنجا سڻي ۽ سلي ڪو.

رهان پيو دنيا ۾ اڪيلو اڪيلو،
وري هاڻ مون کي لڳائي ڳلي ڪو.

تو يارو رُلان روز ڀَٽڪان رِڻن ۾،
وري يار ڪنهن کي چوان گڏ هلي ڪو؟

وسيو مينهن ڏسي ڍيل جهومي نچي تو،
وري مور وانگي خوشي مان ٽِلي ڪو.

اچي ويندي آخر تہ هو پيي اسان ڏي،
وري بي سبب آسرا ڪيئن پلي ڪو.

رهيون باقي هن جون ئي مرڪون جيون ۾،
وري ٿهڪ ڏيئي 'خاڪي' سان ايئن ڪلي ڪو.



مون کي جڳ ۾ يار نہ مليو.
جيون کي آڌار نہ مليو.

هو جي مرڪي جيون جرڪي،
اهڙو اکڙين ٺار نہ مليو.

هو ايندو منهنجو ٿي رهندو
هُئي جنهن جي سڌ سار نہ مليو.

هڪ تہ ڦيرا هڻا هن تي ٻيو،
مون کي موقعو ڏار نہ مليو.

هر ڪنهن هٿ ۾ ڦاهيون ڦندا،
ڪو بہ هيڻئن جو هار نہ مليو.

جنهن بہ ڏنو ڇِڇڪن سان جاني،
پيار بہ تارو تار نہ مليو.

هر ڪو لوڻ ڦٽن تي ٻُرڪي،
خاڪي کي غمخوار نہ مليو.



دوست جي دوستي ڇُرا ٿوڪيا.
سور ٿي سوڪڙي ۽ ڇُرا ٿوڪيا.

چنڊ ۾ رات عڪس تنهنجو هو
راتوڪي روشني ڇُرا ٿوڪيا.

سادگي ۾ ڇڏيم وڃائي خود،
هِن دنيا دورنگي ڇُرا ٿوڪيا.

مون ملڻ چاهيو ملي نہ سگهيس،
چاهہ تي چوڪسي ڇُرا ٿوڪيا.

قيد مون کي ڪيئي ڏئي دوکا،
ڪوڙ جي ڪوڙڪي ڇُرا ٿوڪيا.

”هاڻ تو ڏي نہ مان ڪڏهن ايندس“
مسخري ٿورڙي ڇُرا ٿوڪيا.

نيڻ نيڻن وَئي ملائي هُو
البيلي اوپري ڇُرا ٿوڪيا.

ماءُ پيءُ سوچ ۾ سماڻي ڏيءَ!
بار ۽ بيوسي ڇُرا ٿوڪيا.

هٿ ڇڏائي هلي وئي ’خاڪي‘،
ڇيڳلي ڇوڪري ڇُرا ٿوڪيا.



سڀ خوشين جا ساٿي غم گهڙي لاپتا.
غرض لالچ رڳو دوستي لاپتا.

جو بہ ماڻهو اُتي پاڻ عاشق سڏي،
سڪ سچي سا ڪٿي عاشقي لاپتا.

هاڻ مجنون ڪٿي ۽ ڪٿي مارئي؟
ديس ۽ دل جي ديوانگي لاپتا.

روز گهمندي ڏِسون رقص ۾ موج ۾،
سا حياتي ٿئي اوچتي لاپتا.

شهر روشن ٻهراڙي بہ ٻرندي ڏِسون،
ٿي وئي چنڊ جي روشني لاپتا.

جو بہ چهرو ڀَسون ساڻ ميڪپ ٿقيل،
واءُ فيشن وريو سادگي لاپتا.

دور سڏجي پيو زور جو ڏاڍ جو،
نياز، نوڙت، دعا، عاجزي لاپتا.



جيون منهنجو آ بر وانگي،
۽ جوڀن تنهنجو جر وانگي.

مان هنج اُجايل آهيان ڪو،
تون سرهو آهين سر وانگي.

تنهنجو جلوو آ سجّ جيان،
۽ مان ڌرتي جي تر وانگي.

ڪايو هڏ چم ۽ ماهه وڃي،
هي عشق لڳي ٿو مر وانگي.

مان تہ پکيئڙو هان پرديسي،
ساٿ سچڙ تنهنجو پر وانگي.

مون پيار ڪيو اظهار ڪيو،
تون اکيون پور نہ در وانگي.

تنهنجو ديدار تہ مينهن مثل،
مان تاسو پياسو ٿر وانگي.

سانڍي رکيا دل جي خاني،
قلف ڪنجي ڏئي ڪنهن زر وانگي.

توري واءُ لڳي تي گم ٿئي،
تنهنجو هر واعدو ڇر وانگي.

’خاڪي‘ مان ڪا رات انڌيري،
تون روشن، روشن گهر وانگي.



جيون ڪشتي آ ڀنور ۾،
ڀڄ ڊاهه لڳي آ اندر ۾.

مان آهيان ڄڻ موهن جو دڙو،
هن ڪي ملندو ڇا ڪنڊر ۾.

ڏور فضا ۾ ٿڪ ٻرن ٿا،
گيت ڦٽن ٿا دل بنجر ۾.

پيار ڪري سو بزدل بهادر،
ڪونه جتاءِ ريتن سنگهر ۾.

هن نيڻ ڪٽي جو نهاريو هو،
مان گم آهيان ان منظر ۾.

يار جي يادن جا گهنڊ وڄن،
اڄ ڀي منهنجي من مندر ۾.

ڪيئن ڏوهه ڏيان جڳ کي جاني،
’خاڪي‘ پنهنجو هٿ خنجر ۾.



ٺهڪ اظهار بَدلي ڀَڏا.
دل جلي خاڪ، جذبا ٺٺڏا.

مان مسلسل ڪيڻ ۾ رهيس،
تير نيڻن لڳا جي سِڌا.

مون جڏهن چاهيو ٿي ملڻ،
ونگ ريتن تڏهن ٿي وِڏا.

سو اسان جو آ حاڪم بڻيو
جنهن سدائين ڪيا ڪم ڪڏا.

اُت ڪوي سنڌ بيداد ٿي،
بند ڪنهن هن سنڌو تي ٻڌا.

پيٽ جي مسئلن ماريو!
سُڌ هوندي هي ليڊر بي سُڌا.



اوهان سان اڄ بہ آهي پيار، محبت مان ٿڪا ناهيون.
ڏسو پل آزمائي يار، محبت مان ٿڪا ناهيون.

سوين الزام سر تي عاشقن جي، پوءِ بہ ڪين مڙن،
اچو سامهان ڪيون اظهار، محبت مان ٿڪا ناهيون.

ڦيرا وڌيا گهٽي مان تي گذر پنهنجي مگر تي ڪيئن،
وڌي وڃبو اڳيان هر بار، محبت مان ٿڪا ناهيون.

اسان چاهيو اوهان کي ۽ اوهين چاهيو ضروري نہ آ،
اوهان جي ياد چين، قرار، محبت مان ٿڪا ناهيون.

نہ ٽا روڪي سگهن هي ڪوٽ رسمن ۽ رواجن جا،
سڏي سهڻا ڏسو هڪ وار، محبت مان ٿڪا ناهيون.

اوهان جي سونهن جي جاري دلين تي بادشاهي آ،
ڪيوسين حسن کي سرڪار، محبت مان ٿڪا ناهيون.

اوهان جي تي ڪپي 'خاڪي' رڳو شامل عنايت هي،
ڏيو هٿ ڪن پلي سنگسار، محبت مان ٿڪا ناهيون.



تنهنجي سڪ سارڻ سگري وانگي.
مون آهي سنڀالي ڊگري وانگي.

تصوير تري هر وقت ذهن ۾،
تون مون لئہ يار تہ جگري وانگي.

پيار بڻايو آهي مون کي پينو
حال لتل ڪنهن جي ڏگري وانگي.

هر وقت ويو هان ڦريو لُٽيو،
مان پيي پنهنجي سنڌ نگري وانگي.

'خاڪي' گڏ هو غيرن سان جاني،
مون لئہ ڳالھ دوا اُگري وانگي.



اُميدن جي ٻيڙي لهرن ۾ لڙهي آ.
جذهن سمنڊ جي سطح خاصي چڙهي آ.

”ڪري حق غضب جو وڙهڻ حق آ اُن سان“
سنڌي قوم نہ اهڙي پٽي چا پڙهي آ.

چون پيا اها قوم ويندي ختم ٿي،
انهي جي اها آخري ئي چڙهي آ.

وري ڊيم ڪئنال ڪوئي ٺٽائي،
مصيبت اسان تي نئين هُن مڙهي آ.

وئي قوم سا صفحہ هستي تان مِٽجي،
حقن ڪاڻ پنهنجي نہ پاڻ جا وڙهي آ.

صفا ياڙيو ٿي نہ تون ويھ ’خاڪي‘،
ڀلي زور دشمن لڳائي رِڙهي آ.



نيڻ تنهنجا باز وانگي جلد مان جهٽجي ويس.
سونهن تي طوفان ڪڙڪي پاڙئون پٽجي ويس.

وئي نهوڙي آ نظر تنهنجي گهڙي ڪن ۾ مون کي،
مُرڪ تنهنجي تير تي دل مان لنگهي ڦٽجي ويس.

شوق سيئي ترڪ ٿيا، آهن تنهنجون يادون رڳو
ڪو نہ ڪنهن ڏي مان ويان جڳ جهان کان ڪٽجي ويس.

هر دفعي پنهنجن ڏنا دوکا ڪري تمغا تحفا!
پيار ڪوڙو يار ڪوڙو هاءِ مان ڏٽجي ويس.

تو ڪيو انڪار پنهنجي سات منهنجي پيار کان،
پوءِ تہ مان پنهنجي نظر ۾ پاڻ ئي گهٽجي ويس.

هون چپن تي مُرڪ ۽ 'خاڪي' چهري تي هئي خوشي،
تون وئين وچڙي طبيعت ۾ صفا مٽجي ويس.



پيار توسان اٿم،
ڳالھ دل جي ڪيم.

پيار پوتر اٿئي،
دل صفا آ ابھم.

چير ھي ڇا ڪري،
تون نه پائين قدم.

ڇو سھٽي ھئي ٻڏي؟
ھي ڳُجھارت ٻڌم.

جيئن پاڻي ندي،
ايئن پنهنجو سنگم.

پل نہ توکي ڏسان،
ڄڻ کو گذريو جنم.

سونهن سوگهو ڪيو،
عشق ازلي لڳم.

دل بہ پوندي ٽٽي،
ڪين توڙيو پرم.

ڏک جو مون کي مليو،
سو بہ مرڪي سَٺم.

گڏ رهون ٿا اسان،
مان پيو غم، الم.

تون جي مرڪي ملين،
ڏور ٿين سڀ زخم.

هي محبت ڪڏهن،
ٿي نہ ’خاڪي‘ ختم.



ٻالھ ڪيان تو هڪڙي سادي
مون کي ٿي گهرجي آزادي

ديس تہ پنهنجو ٻولي ٻي جي،
ان کان وڌ ڪهڙي بربادي؟

سنڌ تہ مشهور هئي جڳ ۾،
آ جنت جهڙي هڪ وادي

پاءُ ڏنو آ نُنهن جو نِڙي تي،
پاٽي ڪاڻ سڪي آبادي

قوم ڪپائي ماٽيون شهرت!
ڪين ڪٻي ڪرسي ۽ گادي



هن پريئي جهان ۾ دوستو،
مان لڳان اوپرو اوپرو.

چنڊ چڙهيو نہ آئي اڃان،
ڪو تہ آخر ٿيو خوبرو.

شهر مان دل وڃائي وريو،
ڳوٺ جو سادڙو ڇوڪرو.

هن نقاب بہ هٽائي ڇڏيو،
چو طرف ٿو ڏسان سوجهرو.

سونهن جي ٿي سواري مٿي،
پر پرو ڪجهہ ٿيو موٽرو.

ڪير جهڙي اڃي هو هئي،
چو تہ ڪاري ڪيو لوفرو.

پيار جڳ ۾ ڏنئي جيترو،
ها تہ ملندئي بہ سو اوترو.

ياءُ سمجهين پيو غير ڪي،
نانگ 'خاڪي' اِهو ڇوڏرو.



ڪنئي نظر ناز مان نگاهن ڪيو ڪو زخمي سنڀال ڪرتون.
اُتي ڪڙو ٿي مريضن محبت اهڙو تہ ڪوئي ڪمال ڪرتون.

اسان تہ تنهنجي جمال جلوي هٿان ازل کان گُٺل رهياسين،
ٿيو چريو ڪو اهو نہ هرگز اندر ۾ پنهنجي ملال ڪر تون.

تڏهن تہ منهنجا مٺي وڏا ڀاڳ ڇئبا تون ئي پڇين تَمنا.
"چمڻ ڏيو پير" مان چوان ۽ چوين تون "ڪوئي سوال ڪرتون".

جهلڪ نہ جهاتي ڏنم گهڙي پل تہ جڻ حياتي وئي اجائي،
ڪري دري بند ايئن نہ منهنجو مرڻ ۽ جيئڻ محال ڪرتون.

ڏسي اچانڪ پنهنجو گراهڪ گلاب جهڙي ڪلي ڪماٽي،
اچا تہ جوين رسي بہ ناهي حياءُ ٿورو دلال ڪرتون.

ڦڙي ڦڙي جو حساب ٿيندو ڪڏهن اسان جو بہ وقت ايندو،
اڙي لُٽيرا وري ڪري ڪربلا ختم نا عيال ڪرتون.

نفيس جذبا حساس سوچون معصوم محبت اچان سنڀاليو،
اچا بہ دل هي سڪي پئي پُر 'خاڪي' جي من جو تہ خال ڪرتون.



زندگي ۾ خال رهڻو آ، رهي ٿو.
پُڇ انهي کان روز جو صدمان سهي ٿو.

مون وٺان هو وئي خوشي وئي موڪلائي،
هن پڇاڻان روز من جو مندر ڍهي ٿو.

شعر مشڪل آ لکڻ شاعر ئي ڄاڻن،
ڪَرت ڀالا من ـ هلن ته غزل ٺهي ٿو.

ڪانه وارن ۾ ڦٽي نه بدن تي اُجرا،
هار ۽ سينگار پيي سٽ سان ٺهي ٿو.

ليڪچر ڪوئي لڳي يارو اجايو،
ڪو اکر هڪڙو وڏي قيمت لهي ٿو.

ڪيتّري ئي ڪو ڪري ڪوشش تڏهن پي،
وهڪرو سنڌو جو وهندو پيو وهي ٿو.

رات ساري انتظاري ۾ ڪٽي مون،
ڏينهن گذي ويو نه آئين سج لهي ويو.

چو اَلئہ ان جي گهٽي تي بند مون لئہ،
هُون ته 'خاڪي' هر ماڻهو مَٽيندو رهي ٿو.



انتظاري تنهنجي خوشي وانگي،
تون ٻہ آئين مگر غمي وانگي.

مون اڳڻ آئين غير سان گڏجي،
دوستي تنهنجي ڏشمني وانگي.

ها سيئي نفرتون اَنڌيرن جيئن،
محبتون ڏس تہ روشني وانگي.

جنهن بہ جيون ۾ پيار ناهي جي،
زندگي سا نہ زندگي وانگي.

خيال تنهنجو رکڻ لڳو آهيان،
ڇو الائي پنهنجي وني وانگي؟

مون تہ بدنام آ ٻڏو عاشق،
هن جي قسمت بہ عاشقي وانگي.

چانءُ ڪندي دل مٿان جڏهن ايندي،
ياد تنهنجي تہ ڏٻُ ڇٽي وانگي.



جڏهن ڪان اوهان کي ڏِسڻ ڪان وياسين.
تڏهن ڪان اسان پي کِلڻ ڪان وياسين.

ڏيئي ٿهڪ پيارا پري پاڻ پاڪر،
ايڏي قرب مان ها ملڻ ڪان وياسين.

اوهان سپ پتا پار بدلائي ڇڏيا،
چنيون خط اوهان کي لکڻ ڪان وياسين.

اوهان جا ٿياسين اوهان ئي ڏڪاريو،
ايئن هاڻ ڪنهن جا ٿيڻ ڪان وياسين.

اوهان جي پُڇاڻان اهو حال 'خاڪي'،
مرڻ جاني مشڪل جيئڻ ڪان وياسين.



دردِ نگر ۾ پيار روئي ٿو.
دلبر ڪان ٿي ڏار روئي ٿو.

ساٿ سهارا، سڀ ڪنهن پيارا،
رانديڪي لئه ٻار روئي ٿو.

سڪ ۾ سارون، لڙڪن لارون،
هن جي ايندي سار روئي ٿو.

لڙڪ وهايان، مان هڪ ناهيان،
سارو هي سنسار روئي ٿو.

ڪالهه هو جيڪو مون تي ڪليو،
اڄ ساڳيو سو يار روئي ٿو.

مينهن وسائي، ملڪ سجائي،
رب ڏس تون، ٿر پار روئي ٿو.

هڪ جاني آ ٻيو 'خاڪي' آ،
گُل مان وڇڙي خار روئي ٿو.



ضمير وڪڻي امير بڻجون اِيئن اسان ڪان ٿيو نہ ٿيندو.
بي شرم ۽ بي ضمير بڻجون اِيئن اسان ڪان ٿيو نہ ٿيندو.

پلي تہ سڏجون بہ ڪاڪلن جا قيدي انهي ۾ ڪو عيب ناهي،
ڏجي انياءَ جا اسير بڻجون اِيئن اسان ڪان ٿيو نہ ٿيندو.

اسان سدائين پرين جي آڏو پيار جي لئہ جهليون ٿا جهولي،
امير اڳيان فقير بڻجون اِيئن اسان ڪان ٿيو نہ ٿيندو.

جهڙا بہ آهن وري بہ پنهنجا ڪڙا انهن لاءِ ٿوهہ جهڙا،
۽ غير لئہ ڪنڊ ڪير بڻجون اِيئن اسان ڪان ٿيو نہ ٿيندو.

اسان مسافر رهي اسان کي تلاش محبت امن جي آهي،
حڪومتن جا سفير بڻجون اِيئن اسان ڪان ٿيو نہ ٿيندو.

شعور جهڙي نہ ڪا ٻي دولت وڏا لُٽيرا سگهون سڃاڻي،
وفاق سامهون صغير بڻجون اِيئن اسان ڪان ٿيو نہ ٿيندو.

مڃون ٿا بيروزگار آهيون مگر اسان پنهنجي پيٽ خاطر،
پَنڊِت، ملان يا پير بڻجون اِيئن اسان ڪان ٿيو نہ ٿيندو.

ننڍا ننڍا ئي اَسان سهي هون تڏهن سڏايون ٿا پاڻ 'خاڪي'،
صغير ماري ڪبير بڻجون اِيئن اسان ڪان ٿيو نہ ٿيندو.



اُميدون هن اجان تو ۾،
پناهہ آچيو وٽان تو ۾.

ڍِگها گيسو چپن مُرڪون،
اِهي خوبيون عيان تو ۾.

ڇڏيندين مان ٻڌي ويندس،
ٻَڌل منهنجي سڪان تو ۾.

ڏڪي ڇڏ رُخ پرين پنهنجو،
ڏسي نہ پيو متان تو ۾.

سفينو مان ڪنارو تون،
اچي هڪ ڏينهن لڳان تو ۾.

وڃائڙجي ويو آهيان،
وري خود کي ليان تو ۾.

صدين جي مان صدا آهيان،
ڏٺا مون هن زمان تو ۾.

اڙي وڻ خيال سان لُڏ تون،
پکين جو آ مڪان تو ۾.

خدا 'خاڪي' ڪندو پوريون،
رکيون آسون اسان تو ۾.



جڏهن ڪان نگاهن سان دل تو ڦٽي آ.
تڏهن ڪان نظر ڪانہ تو تان هٽي آ.

ويو واسجي هان مٽين پَر منجهان تون،
هتان سونهن جي ڄڄ سواري مٽي آ.

هيئن سات هئا ٿهڪ منهنجي جيون ۾،
جدا ٿئين تہ نہ گهٽا غمن جي گهٽي آ.

اُها سار منهنجي اُهي پيار تنهنجا،
سا تصوير ماضي صفا تي چٽي آ.

جتي پير ها تو رکيا ناز مان جي،
اُتي ئي ڪِٽي دل تہ منهنجي لَٽي آ.

رهين روح ۾ تون تہ خوشبوءَ وانگي،
سڄي زندگي نانءُ تنهنجي ڪٽي آ.

تہ لڙڪن مثل هان وهي هاڻ نڪتو،
نہ ڪا واپسي جي خوشي ڏي گهٽي آ.

نظارا ستارا بہ جي نور تي ويا!
جڏهن ڪان هي جوڙي اسان جي ٽُٽي آ.



رڳو ياد تنهنجي رهي روح ۾ تي،
ٻڌجي سگھه تنهنجي مون لئہ ڏُپ ڇتي آ.

ڪڏهن ڪين دوکو دغا ڏيندي مون کان،
پڙهي پيار جي مون پيارا پٽي آ.

”سنڌي آهيان سنڌ آ ديس منهنجو“
وري هن هي سازش نئين ڪا سٽي آ.

ڪيان گھور ڌرتي توتان پيار پنهنجا،
سنڌو مون کي تنهنجي پياري مٽي آ.

مري مان وڃان ها نہ مارڻ اچين ها،
ٿئي آبِ جيون زهر جي وَٽي آ.

وري شال منهنجي اڱڻ تي اچين تون،
ڏسي ڏور کان آس من ۾ ڦُٽي آ.

جدائي ڪري تي اِهڙا حال جاني،
نہ ڪا مرڪ منهن تي ۽ ٻانهن بہ ٻُٽي آ.

اچي مون ڏي ساڳيا مون کي پيار ڏيندين،
اها ڳالھ خاڪي صدين کان رٽي آ.



ٿيا سدائين جي مون سان ستم پيو سنڀاليان،
ڪيان تہ ڇا ڪيل پنهنجا قسم پيو سنڀاليان.

دوار يار جي اچيو وري ٻہ موٽيو وڃان،
پرين ڇيو نہ اڄ تڏهن قدم پيو سنڀاليان.

جڏهن پيار جو پتو نہ هو پيار هن ڏنو
ستائي سگھ اچي نٿي ظلم پيو سنڀاليان.

رهان هميشه ساٿ هن جي مون اهو ئي سوچيو،
سا سوچ ۾ اُڪير سا ابهم پيو سنڀاليان.

چئين "ڪبو نہ زندگي سڄي پيار ڪنهن ٻي سان"
ڪيس وفا نہ واعدا پرم پيو سنڀاليان.

انهي تہ عشق آ رلايو ۾ جلايو پئي سدا،
وساريائين پر جنم جنم پيو سنڀاليان.

وڏو جهان ذات جو فڪر جي ڪيان تہ فن وڃي،
رديف، قافيا، وزن، ردم پيو سنڀاليان.



واءُ نہ لوڏيو سو وڻ ڪونهي.
ڪوبہ ڏنار بنان ڏڻ ڪونهي.

جيڏو آهي اثر نظر ۾،
تن ڪان وڌ ڪو هڻ ڪڻ ڪونهي.

جنهن نہ جيئري ئي موت ڏٺو آ،
سو جڳ ۾ ڇائو ڇڻ ڪونهي.

ڪيڙن ماڪوڙن لئہ مڻ ۽،
هاٿي حقدار لئہ ڪڻ ڪونهي.

هت عام ڪباب، تڪا آهن،
پر ملندي هاٿي جهڻ ڪونهي.

نيٺ بهار بہ ايندي 'خزاڪي'،
رهڻي تہ سدا پن ڇڻ ڪونهي.



اج وري هڪ نئون غزل ٽو لکان،
نيڻ قاتل ۽ دل جو قتل ٽو لکان.

دل شڪار تہ پرين کي شڪاري چوان،
جنهن تي ڪيو عشق حملو اَجهل ٽو لکان.

ساڻ سهڻو رهي ساٿي جيڪر سدا،
زندگي پوءِ اهائي سَقل ٽو لکان.

شاعري وئي رسي جسم هن جو پڙهيم،
ذات ڏيهہ ۾ اهائي اَصل ٽو لکان.

نوٽ وسڪي عياشي ڪري رات ڀر،
يار آ گلبدن پر ڳِدل ٽو لکان.

نڪ ڪٽي هاڻ ڪيئن، نڪ ڪپايو ڏيڻس!؟
دل لڳي ٻانهن ڪنهن سان ڀڳل ٽو لکان.

هار ڪائي ٻہ جيڪي نہ جُهڪيا ڪڏهن،
ڪاميابي انهن جي اَٽل ٽو لکان.

سنڌ ساري پياري ٽٽو ماتلي،
۽ ڪراچي ڪينجهر کي اَمُلهہ ٽو لکان.

بدگماني بنايل بگاڙبو چڏي،
پيار ۾ خاص ’خاڪي‘ خلل ٽو لکان.



هل ته اڏيون جهوپو جر پاسي.
هڪٻئي جي هجئون پر پاسي.

غيرن گهات لڳايا آهن،
ڏاريان ڏوڙ ٽين بر پاسي.

هونءَ ملڻ مشڪل، پر جنهن پل،
مان مٽيان، تون هُج در پاسي.

ماٺهو دوزخ ٻارڻ ڇو ٿئي،
باهه ڏڪي نه جي ٻي گهر پاسي.

مان محبت حق سچ جو ساٿي،
تون ڪوڙ ڪُدورت تر پاسي.

اڄ ماڙن مڪ مرڪون هونديون،
ڪنوٽيون پيون ڪِنوَن ٿر پاسي.

تنهنجو پَنهنجن جو خير هجي،
ته چوان خير هجي ڪر پاسي.

ڇو ته رڳو سنڌ امن وستي؟
محبت امن هجي هر پاسي.

تون نيڻ ملائي ’خاڪي‘ سان،
پيا ته نشا وقتي ڪر پاسي.



گهر جلائي دل جلائي ڪر وفا.
حال هر ڪنهن ۾ نيائي ڪر وفا.

ڪيئن بہ ڪر بس خوش رهي پنهنجو پرين،
درد ۾ ييي مُسڪرائي ڪر وفا.

هو چون توکي چئو سامهون نہ ڪجھ،
تون غُصي ۾ چپ سُبائي ڪر وفا.

سور ڏيندڙ اڄ وري سنبريا اٿئي،
لڙڪ اکڙين ۾ لڪائي ڪر وفا.

عشق ۾ هن جي اڳيان وڃ تون جهڪي،
ذات پنهنجي کي گهٽائي ڪر وفا.

يار جاني جو خوشين سان گهر ڀري،
سور سيني سان سجائي ڪر وفا.



عجب ھن دنيا جا نظارا ڏٺم.
محو رقص ڪلھي ڪتارا ڏٺم.

اکين سامھان ھوندي آھن پري،
ڪڏھن ڪو نہ ملندي ڪنارا ڏٺم.

سکن ۾ سدائين رھيا سات سي،
پري ٿيندي پنھنجا پيارا ڏٺم.

نہ اخلاص رھيو نہ محبت رھي،
اھي خاص وڏندي خسارا ڏٺم.

وسائل ويا سڀ وفاقي ڪٽي،
مسائل ۾ ايندي واڌارا ڏٺم.

ھو پنجاب سرسبز شاداب آ،
سنڌوءَ جا ئي وارث اُجارا ڏٺم.

ھتي ظلم جاري آ ڪارو ڪاري،
سنڌين ۾ نہ ايندي سُڌارا ڏٺم.

نہ ماني ڏِٺيو رات گذري سڄي،
روئيندي لُڇندي ٻُڪارا ڏٺم.



نہ آيا پري قرب جا ڪي قدم.
گهٽائي سيارا، اونهارا ڏنم.

ملي ڪانہ مون کي مِٽي جهڙي ڪا،
سوين سونهن جا پيي ستارا ڏنم.

ڪيو آمريڪا حڪم سر جُهڪيا،
ڪنيل ساهہ صدرن اُڌارا ڏنم.

ڏڪئي وقت ۾ گڏ رهڻ آ ڏڪيو،
پڇندي پُرندي سهارا ڏنم.

ڪندي ياد تاريخ ور ور ڪري،
هتي دولهہ دودا ڏُلارا ڏنم.

ڪسي ويا ڪڏهن سنڌ جي ڪاڻ ڪي،
هيمون، هوشو پارا سچارا ڏنم.

لڪين يار 'خاڪي' پيدا ٿيا شاعر،
پٺائي بخاري نيارا ڏنم.



دل هٽن مان وئي،
آ صفا بي چئي.

تون نہ منهن موڙجان،
منهنجي پارت اٿئي.

دل جگر اکيون،
توکي سارين ٿئي.

هئہ سڄڻ ور سگھو،
سار ساڙي پئي.

"مان وساري ڇڏيان"
ڳالھ کهڙي ڪئي!

اڄ تہ هڪ ٿي وڃون،
پاڻ جاني ٻئي.



توکي هي سن ميت مبارڪ.
مون کي هار تو جيت مبارڪ.

توکي تنهنجو ساٿي جڳ کي،
ان جي اصلي ريت مبارڪ.

ماڻهن لئه آ مايا ملڪيت،
مون لئه من جي پريت مبارڪ.

جيون ڏک ئي ڏک، شاعر کي،
سورن جو سنگيت مبارڪ.

قلم ڪٽي دردن دانهن لکيم،
گهائن هاڻو گيت مبارڪ.

غم سان ’خاڪي‘، تون خوش توکي،
سال نئون هر ريت مبارڪ.



پيار ۾ تون ڪرين ٿي ڇو تہ وڇوٽيون؟
بهار آئي ۽ تنهنجون يادون موٽيون.

شوق منهنجو اهو ڪيئن بہ تو سان ملان،
پوءِ ڀلي جڳ ڪري ٻوٽيون ٻوٽيون.

روز ٿا پيار ريتن جي سولي چڙهن،
اهڙي دستور سان جنگ ڪا جوٽيون.

ها رڳو مان ئي آهيان برو نااهل،
۽ اوهان تي تہ آهن سوين چوٽيون!

ڪانہ سهڻي لئي جا رکي سر تري،
سرتيون هاڻ 'خاڪي' هتي ڪوٽيون.



شخص هڪڙو ڪنهن جي نظر ۾ آهي گم ٿي ويو.
هار ۽ سينگار گجرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

هو جڏهن ڪان آ جدا ٿيو هي تڏهن ڪان ٿو جلي،
سار دريا ڇڙڪ لهرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

هو مسافر لئہ سهارو جو وڏو سنسار ۾،
چنڊ سو ڪن پل ۾ ڪڪرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

رات آڌي جو اُتي سڏڪا پري ڏينهن جو لُڇي،
هي بہ شايد عشق اٿرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

هو ڪرڻ ۾ مائل بہ مشڪل جنهن ڪي سو مجنون ٿيو.
سادو ماڻهو ناز نخرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

وار چاندي انتظاري ڪيا نہ وريو هو اجان!
گهوٽ هن جو ڏور شهرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

ڪائي ڪاري ٿي مري ڪا جسم ڪي وڪرو ڪري،
پاپ ٻڄي ٻار گٽرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

دوستي جو مائٽي جو مان ٿي ويو آ ختم،
من هتي هر ڪنهن جو پٿرن ۾ آهي گم ٿي ويو.



ٿي سگهي تہ نسل اسان جو ڪو بچائي ها مگر،
ڪيل راندين ۾ هي خبرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

پيار محبت ۾ مهمان نوازي جا ويا سڀ قصا،
سنڌ جو ماضي بہ شعرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

ڪو اڱڻ دالان ڪونهي واءُ اچي پر ڪيئن اچي؟
شهر بس بنگلن ۾ ڪمرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

ڪوڪ ڪوئل جي نہ تاڙي جي ٻُڌون تنوار ڪا،
جو بہ ڳيرو هو سو ٻيرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

موج سان وهندو هيو اڄ ڪلهہ اسانجو سو سنڌو،
ياءُ وڏڙي جي تہ نهرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

درد ڪيڏي مان لنگهي شاعر لکيو آهي غزل،
ڪيئن ڀلا سمجهي جو اکرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

ياد ڏرتي ناهي بس آ فاعلاتن، فاعلن،
هت ڪوي ڀي وزن،بحرن ۾ آهي گم ٿي ويو.

قوم جو اڳواڻ ٿي سڏيو ڏئي پُٺ سو ڀڳو،
يار ڏس! 'خاڪي' بہ خطرن ۾ آهي گم ٿي ويو.



قوم جا فرد بيمار جاڳين نٿو.
ڇو پلا تون بہ سردار جاڳين نٿو؟

هون تہ قومي نعرا ٿو گهڙين هر گهڙي،
اڄ وري تون ئي مهندار جاڳين نہ ٿو.

سڀ وسيلا ڪٽي تنهنجا توکان وڃن،
تون لٽيو آن تہ هر وار جاڳين نٿو.

سون ورني سنڌو هن صدي ۾ سُڪي،
ڪا نہ ڏسجي ٿي وڏڪار جاڳين نٿو.

جانچ، تنهنجو پيو گهر جلائي اِهو
گهر ڏٺي تيو آ پرمار جاڳين نہ ٿو.

جو بہ حاڪم اچي سنڌ کي سو لُٽي،
ويا وري ڪوڙ بدڪار جاڳين نٿو.

قوم غربت اميرپ جي اُلڪن ۾ آ،
تي اڏي ڏيم سرڪار جاڳين نٿو.

ڀاءُ وڏڙي سنڌيون هي ڀلايون ڏسو
تي اڏي ڏيم سرڪار جاڳين نٿو.

ڪيستائين رهن قيد هي ماروڙن،
تو هلي نار واپار جاڳين نٿو.

تي ڳسي هُو حوا جي نياڻي هتي،
جي ڪري تي هي اظهار جاڳين نٿو.

هڪ آزادي سوين جانيون تي گهري،
رت ڏئي جُوءَ مهڪار جاڳين نٿو.

لفظ ڀالا ترارون ۽ تيا بم گولا،
جي لکيا ’خاڪي‘ اشعار جاڳين نٿو.



لڳي پنهنجي محبت ڪو ٻرامو.
ڪڏهن پرچاءَ ڪڏهن تہ رهي رُسامو.

گهڻا گذري ڏهاڙا ويا نہ آئين،
نڪي پهتو پرين ڪو پرت نامو.

اُيا ڳوٺن ۾ ريتن ڪات ٿهري،
شهرن ۾ شور هل ۽ آ هنگامو.

عجب يارو آيو وارو فيشن جو،
سنهو چولو پهريل سوڙهو پاجامو.

ڏکئي لمحي ڇڏيو ساٿ وڃي هرڪو،
مصيبت ۾ اچي چاچو نہ مامو.

اچي ٿو عقل سا ئي سان ٽڪاٽي،
نہ سو ڏاهو ڏٺو جنهن کڏ نہ ڪامو.

ٿهي ٽل ويو تہ ڪالاباغ ٺهندو،
سکو سنڌو تہ ٿيندي سنڌ ٿامو.



هن دل ۾ تنهنجو گهر آهي.
تنهنجي يادن مان تر آهي.

يادون بي تابي ۽ بي خودي،
هليو دل تي ڪو هر آهي.

ڪر موڙي واريئي وارن کي،
جيئن نانگڻ ڪاڏو ور آهي.

ماهتابي تنهنجي صورت آ،
تو بن اونداهون تر آهي.

اڄ هر من جي وستي ۾ تون،
دل جو ڪليل هر در آهي.

’خاڪي‘ ڏي آخر تون ايندين،
توکي پيار ڪتي پر آهي.



تند تو دوستي جي ڇني،
زندگي تي آ ڇوري ڇني.

مون ڇيو هل رهون گڏ ڪتي،
لوڪ ڪان آن مگر تون ٻني.

پيار آ پاپ ڪوئي وڏو
ڏيهه وارن سزا آ ڏني.

ٻائري شاعري سات آ،
ءِ پئي آ سدا اڪ يني.

خوبصورت سهڻي زندگي،
مان چوان ڪيئن، ”آهي ڪني“.

تون رهين خوش تہ ’خاڪي‘ سدا،
مون دعا روئي رب ڪان پني.



ٻڌين محور مٿي تون زندگي جو،
ختم ٿيو وقت حالت ابتري جو.

رکيا تو چپ جو منهنجي چپن تي،
نشو وسري ويو پو مئڪشي جو.

لُٽي دليون وئي مرڪي هلي هو،
نہ چو الزام سونهن تي رهزني جو.

اُٿان ويهان لڇان لوڇان پرين لئہ
اگهاڙا پير منهنجا ڏرتتي جو.

نہ موٽرينديس ڪڏهن منهن ايئن چيو تہ
هٽي طعنو وئين تون مفلسي جو.

وري ماڪون پيون ڪٽڪون ٿيون هن،
مزو تو سان هو موسم شبنمي جو.

خوشين ۾ گڏ ڏکن ۾ ويا وساري،
اهو مليو سلو آ مخلصي جو.

رُلان ڀٽڪان سڪون ناهي ڪو دل کي،
ڳرو ملھ آهي يارو دل لڳي جو.



ستم هر ڪو سهڻو پيو دوستي ۾.
صبر کي نانءُ مليو بزدلي جو.

وزارت ڪا ملي پل خود وڪامي،
گهڻو تس شوق اهڙي رهبري جو.

ٻڌائي تون هجي هت ڪيئن نہ نفرت؟
پئي ڪاهي دلين ۾ بدظني جو.

ٺٺوليون لوڪ جون هِن عاشقن تي،
قدر ڪونهي ڪو ماٺهو محبتي جو.

ڪندو رهندو پيو تيسين وفائون،
جيسين مطلب ٿي پورو مطلبي جو.

رڳو اونداهہ لهي چڙهي چنڊ ويو آ،
گهڙان نڪتي مٿي آ ويڙهجي جو.

اچا تنهنجي اچڻ جو من اميدون،
نہ لاٿو آسرو مون هڪ گهڙي جو.

وسارڻ تو گهران وسري نٿي هو.
ڦري چهرو ذهن ۾ پدمڻي جو.

عمر پر مان رهيس ۽ پيو رهندس،
سڄڻ جو پيو سودائي سنڌڙي جو.

جدا جاني ٿئين 'خاڪي' وٺان تون،
جنازو ويو ڪڍي چڙهي هر خوشي جو.



دل سفر سار تي رمي آهي.
بس رڳو تنهنجي ئي ڪمي آهي.

ياد تنهنجي پڇي ڪيو پورا،
اڄ تہ اک ۾ نمي، نمي آهي.

سونهن ئي شاعري نکاري ٿي،
ڪانہ آئين ذات بہ ذمي آهي.

مون تہ ڪوشش ڪئي گهڻي ئي پر،
ڪانہ سڪ هي ڪڏهن ٿمي آهي.

هڪ ڪتي تو ٻيو وڃائي تو
پيار ۾ ڀي راند ڪا رمي آهي.

ڇو نہ ڪيان مان ٿنا سرِ بازر،
سنڌ جيجل، امڙ، امي آهي.

سا لمحو ئي هتي نہ ٿي 'خاڪي'،
دل تي تصوير جا ڄمي آهي.



محبت تي ريتن زنجيرون،
پاٽي ۾ مليون تدبيرون.

لوڪ سندي دريا ۾ ملون ٿا،
لوڙهي نہ ڇڏين خلق جون ويرون.

پيار منجهان تون تہ ڏسين پئي پر،
پنهنجي حق ۾ ڪٿ تقديرون؟

اگ تہ خزان هئي مقدر منهنجو،
تنهنجي آئي آيون هيرون.

تنهنجي تن تي ريشم بخمل،
منهنجا لٽڙا ليرون ليرون.

نظرن سان دل تي پيار لکئي،
ڪين اهي مٽنديون تحريرون.

تون پاڻ لکي مان پاڻ جلي،
محبت جون ٿا ڪيون تعميرون.

نيڻ ڪٽي غيرن ڏي ڏنئي،
من جو شيشو سيرون سيرون.

عشق انهي کي خوف نہ 'خاڪي'،
تاريخ لکي ٿي تفسيرون.



ايئن اجايا ڪرڻ يارو اُلڪا ڇڏيو.
سوچ ڏاريو ڪري بند سڏڪا ڇڏيو.

آهي اتحاد ۾ ئي سمايل قوت،
ليڪ جڙندي ملائي ته ٿبڪا ڇڏيو.

حيف آ! ننڊ سولي متي پيا ڪيو
سنڌ لُتجي پئي يار جهٽڪا ڇڏيو.

ڳالهايو وڏي سڏ پنهنجي حقّ لئه،
ڪن سراءِ اِهي سيئي پٽڪا ڇڏيو.

هو وڏيو ٿو وجي پل اجا ئي وڏي،
پاڻ ڪوشش ڪيو ڪنهن تان ڪرڪا ڇڏيو.

هي مهل آ اڏي ڪي سجائڻ سندي،
ناچ گانا نوان روز ٺمڪا ڇڏيو.

ڪوڙ 'خاڪي' وٺن ان منجهان فائدو،
شاعري ۾ ڏيئي اهڙي سڌ ڪا ڇڏيو.



سونهن جو هن تي پهرو آ ۽ ڪيڏي پياري وهي آ.
دل چوي ٿي هو هٿيلي ڪاڻ منهنجي ئي ٺهي آ.

پل پئي مون کي ستائي ۽ سڪائي هر گهڙي هو،
پر سٺي چڙ روپ ڏاري چنبڊ جو من ۾ وئي لهي آ.

نيهن ۾ نوڪر نشابر پل پيو سڏجان سندس مان،
دور دنيا مون کان، پر هو روح ۾ هر پل رهي آ.

”تو وچائين ڇو اجايو مان پنهنجو عشق پٺيان!؟“
ڇو ٻہ مٺو لوڪ ٿي مون کي ڏنو ويو سهي آ.

جيئن ڪوشش مان وسارڻ جي ڪيان دل ۾ هري تيئن،
سڪ سندي آ جهيرڻو جيءَ منهنجو ماٿي ۾ مهي آ.

ٿا چون ماڻهو ڪيو هن پيار آ ڪنهن بيوفا سان،
پل پوي هن کي خبر ڇا آ غلط ۽ ڇا صحيح آ.

ڪو چوي هن کي رسم خاطر ڪٽي ڪرڪا عيادت،
پيو پڪاري توکي ’خاڪي‘ اڄ اگڙ ان جي ڪهي آ.



جڏهن بہ دل لڳائجي.
تہ پاڻ تي وسائجي.

ڪري وڃي ڪو بي رخي،
نہ لوڪ کي لڪائجي.

پلي نہ ڪر پيار پر،
ايئن نہ منهن مٽائجي.

جڏهن بہ هو هلي اچي،
گهٽي گهٽي سجائجي.

ٻين هٿن جي آسري،
نہ پاڻ ڇو ڪمائجي؟

ڪري احسان پو وري،
نہ پلجي پي جتائجي.

هتي تہ نفرتون رڳو
ڪٿي تہ اڪ اڙائجي؟

نہ غرق تي نئون نسل،
تہ ڪوڙ کان بچائجي.

شهرت دولت عيوض پلا،
ضمير ڇو ڪپائجي؟



اها جدائي ڏمر تي ڪڙڪي.
مون تي تنهائي ڏمر تي ڪڙڪي.

وچن ڪيائين جيئڻ مرڻ جا،
رُسي اجائي ڏمر تي ڪڙڪي.

هيون اميدون وري ملڻ جون،
وڳي شهنائي ڏمر تي ڪڙڪي.

گلن جي بدلي ڪنڊن جي ورڪا،
پنهنجي پلائي ڏمر تي ڪڙڪي.

علاج ڪو عشق جو نہ جڳ ۾،
اِها اگهائي ڏمر تي ڪڙڪي.

ڪيو اوهان سان پيار 'خاڪي'،
سچي خدائي ڏمر تي ڪڙڪي.



ماڳ منزل سڏي هل هلون هل هلون.
پير اڳتي پري هل هلون هل هلون.

پير چالا لڦون خير آ خير آ،
ڏاڍ ڏونگر ڪٽي هل هلون هل هلون.

هي حياتي سفينو اجا نوينو
ڪنهن ڪناري لڳي هل هلون هلون.

راهہ حق ۾ رڪاوٽ وجهن جي ويري،
سي اُيا سر ڪپي هل هلون هل هلون.

ڇڏ محلاتون اهي پيار هر ڪنهن ملي،
ماروئن جي پکي هل هلون هل هلون.

اڄ پٽن پر وري جوڙ جاني مليا،
مينهن پيو ٽو وسي هل هلون هل هلون.

اڄ سرن سان ٻڌي ڪفن نڪري پئون،
سنڌو ٽو ٻڌي هل هلون هل هلون.

اُٿو وٺون حق وڙهي اڄ تہ ’خاڪي‘ سيئي،
سوڪ ۾ سنڌ سڙي هل هلون هل هلون.



بس جواني تائين پيار اَپمان آ.
جو پڄاري جسم جو سو بيمار آ.

عشق جي راهه تي جو به آهي رميو،
ڪين روڪي سگهيو دڙڪو دهمان آ.

مان ايئن ٿو چوان منهنجي ئي ٿي رهين،
پر ڏسين مرڪي مون لاءِ سو مان آ.

صرف محبوب جو هڪڙو ديدار ئي،
ڪنهن غمن هاڻي لئه درد درمان آ.

قلم ڪاغذ ٻيا ڪجهه شعر ڊائري،
يار يادون عمر ڀر جو سامان آ.

مان مرڻ تي هجان سامهون تون هجين،
ها اهو آخري من ۾ ارمان آ.

تون ايڏو ٻي حسن تي حَسين هٺ نه ڪر،
موت ’خاڪي‘ اڳيان سيڪو مهمان آ.



گهنڊي دار ڪارن سنڌي وسعتن ۾.
وينس دل ڦاسائي سهڻن صورتن ۾.

سوين سر تي الزام هر هر سٺاسين،
نڀايو اسان عشق آ تهمتن ۾.

اسان پيار جا يار جا روز گهورا،
سدا زندگي تي بسر محبتن ۾.

ڪمي ڪانہ منهنجي ئي محبت ۾ آهي،
نہ گهٽتائي آئي تنهنجي نافتن ۾.

سڄي زندگي ساٿ ڪنهنجو نہ هو پر،
گذاريا لمحا قيمتي قربتن ۾.

ٻچا ۽ ٻڍا ڪاڻ پاڻي سِڪن پيا،
خدايا! نہ ڪر دير تون رحمتن ۾.

انائن وجهي ويڇا ڪيو آ ڇڙوڇڙ،
وياسين ورهائجي رڳو نسبتن ۾.

محبت نہ تي آئڙي هاڻ ڪنهن کي،
سڄو جڳ جڪڙجي ويو ڪلفتن ۾.



سنڌي قوم ڏاڍي بهادر سڌي ٿي،
رکي هاڻ هي آسرا ٽُربتن ۾.

اهو آدمي هر گهڙي ناشکر آ،
مگر پو بہ جيون لنگهي نعمتن ۾.

اسان کان اسان جي ثقافت هلي وئي،
هلياسين جڏهن غير جي صحبتن ۾.

اسان تي ٿيون تير کينال ڪاتيون،
نہ آئي اسان جي ڪمي همتن ۾.

گهڙي ڪا بہ هڪڙي نہ ڪو چين چئجي،
سوا هن جي نہ صرف رهيو راحتن ۾.

سنڌو ياءَ توکي لٽيو مون کي پنهنجن،
گهڻو فرق ڪونهي پنهنجي قسمتن ۾.

اچي ڪنهن طرف کان متان هو اچانڪ،
ڏَسيان حال دل جو 'خاڪي' خلوتن ۾.



کسڪي وئي دل ھن ڪلڻ واري تي آ.
منھنجو وجود سڄو آيو آري تي آ.

ڪر چاڪ سينو نانءُ ھن جو اڪريل،
منھنجي تہ من جي ھر ڦاري ڦاري تي آ.

ھرڪو گھمي پيو ساڻ ساٿي ھٿ سدا،
بندش اسان کي چو لڳي ياري تي آ.

چڙھي وئي ناري وھي، آيو نہ ڪو
ويچار ۾ پيءَ بار ھن پاري تي آ.

ڪا ڳالھائي ڪيئن ڪري نظرون مٿي؟
ھٿ ڪاٽ ريتن جو اُيو ناري تي آ.

دل ديس جي سليان خبر 'خاڪي' سَدا،
غير جي نظر ھن سنڌ سونھاري تي آ.



ملي سڀ کي گناهن جي سزا ناهي.
حياتي هي ڏنل ڪا بد دعا ناهي.

اڄهاڻ هي ڏٻا ڏيئا نہ اکين جا،
اسان جي حق ۾ ڇا ٿيو جي فضا ناهي.

ڏسي محبوب مرڪي پو جهڪائي اک،
انهي ڪان وڌ ٻي مارڻ لئہ ادا ناهي.

اهو ئي درد ٿيندو دور دوري جو،
نہ ڇئو ايئن درد ان جي ڪا دوا ناهي.

ڪڇن هٿ چپ ڇُرن ميلاپ جي خاطر،
قبول ٿي پُر اثر اهڙي دعا ناهي.

ڏکن ۾ نا سهي اڄجو سکن ۾ ئي،
حياتي ۾ رهبو 'خاڪي' خفا ناهي.



اڄ گهٽي مان جيئن سَکي گذري
قافلا خوشبو جا وٽي گذري

ڪين امڪان هو اچڻ جو ڪو
تي ڪڪر سانوڻي وَسي گذري

نيڻ مون ڏي کڻي جيئاري وئي،
ساڻ جيڏين جي هڪ سَکي گذري

مون ڪيو رشڪ ڀاڳ ان جي تي،
هن جي ڇاتي تان جا سَڳي گذري

سات ڪو پيو هئس مون کي ڏسندي،
مون وٽان تي لڄي لڄي گذري

ذهن جنهن کي گهريو وسارڻ تي،
ياد ان جي وري وري گذري

خواب ان جا ڏسي ڏسي 'خاڪي'،
ڪين پيو ڪو پتو وهي گذري



پتو روز تنهنجو بهاري پُڇي ٿي
ڪٿي آ پرين بيقراري پُڇي ٿي

نہ جهاتي جهلڪ ڪا رڳو مات ماري،
ڪٿي آن؟ دريءَ جي بہ ڄاري پُڇي ٿي

رنو مون پئي وڻ منجهان لڙڪ ڪريا،
ڪيڏانهن ويا پکي؟ وڻ جي ٽاري پُڇي ٿي

پيو نڱ ڪوئي ڪڏي جن نينگر جو
سبب ڪهڙي لنيون بيماري پُڇي ٿي

خدايا قتل ڇو مون کي هو ڪيو ويو
اُتي روز محشر ۾ ناري پُڇي ٿي

ڪٿي چيٽ گذريا مليو ڪين پاڻي،
ملي آ سزا ڇاجي ٻاري پڇي ٿي

صديون سڪ ۾ گذريون وريو ڇو نہ واپس؟
اچي پر ۾ اڄ انتظاري پڇي ٿي

اچا وار 'خاڪي' اچا انتظاري
ڪيئي ڇا؟ حياتي اُداري پڇي ٿي



تي ملاقات مسڪرائي ٿي.
دل رُني سا تہ مسڪرائي ٿي.

چڙ چپن تان پوپٽ اُڏامن ٿا،
ڇوڪري ڇا تہ مسڪرائي ٿي.

ايئن سندم دل ۾ تي ليئو پائي،
جيئن ڪيو جهات مسڪرائي ٿي.

هن وڳو ڳاڙهو پهريو آهي،
چانڊني رات مسڪرائي ٿي.

ڪنهن جو تصور بہ روبرو جهڙو،
من ۾ ڪا تات مسڪرائي ٿي.

هن ڏني ٿا غزل مڙن مون ڏي،
سُونهن سان ذات مسڪرائي ٿي.



خيال سان اُٽ خيال سان ويهہ هتي هزارون خراب ماڻهو.
سنڀالي هل تون پريان نہ توڙي ڪٿن نهارون خراب ماڻهو.

اڙي او جانان اهوئي جوين ڪتي قيامت ٿئي نہ تولئہ
حجاب ۾ رهہ پرين متان پو ڪرين ميارون خراب ماڻهو.

جتان جواني جڏهن لنگهي ٿي اُتان نگاهون اُپيون ڏسون ٿا.
لَٽن ڪي چيري ٿي پار ويندين اهي ترارون، خراب ماڻهو.

نہ نانءُ وٺ تون سچڻ جو هرهر ڪچا ڪنن جا آٿئي هي ماڻهو
وچي ڪندا هو اهي ٻين سان پرين پچارون خراب ماڻهو.

نہ ڪوڏسي ٿو 'خاڪي' اندر ۾ نہ ڪوڏسي ٿو پنهنجي ئي گهر ۾
رڳو ٻڌون پيا جتان ڪٿان هن اِهي پڪارون "خراب ماڻهو".



ڪيڏو چهرو پيارو آهي.
جڻ روشن جڳ سارو آهي.

هي شعلو تنهنجي جوڀن جو،
يا ڪڙيو ڪو تارو آهي.

سو ته وٽي تو مون کي ڏاڍو،
جو ٻه هتي تو پارو آهي.

اندر منهنجو گهٽجي تو پيو،
ٻاهر ڪريو پارو آهي.

هو ڌرتي شاداب ڏسون تا،
هت ته سڪو هر ٻارو آهي.

روشن روشن مُک تا ڏسجن،
پوءِ اندر ڇو ڪارو آهي؟

تنهنجي اڳيان نوڪر ٻانهون،
هونءَ ته 'خاڪي' ڪارو آهي.



توکي چنڊ ڏسڻ لئہ مون ڪان تو اڳ پهچي،
ڪيئن پلا هن سونهن لاثاني کي جڳ پهچي.

مان جو چاهيان تو ساڻ ملڻ تنهائي ۾،
ها تنهن پل تو وٽ تو سهيلن جو وڳ پهچي.

هر ماڻهو سهڻو آ مان هي ڪونہ مڃيندس،
ڪوئي ماڻهو ڪين ڪڏهن تنهنجي پڳ پهچي.

مون عشق ڪري هي واٽ وتي آ ڪنڊن جي،
سونهن ڏيکاريو گس ڏسجي ڪٽ تو ڏگ پهچي.

منهنجي من جي ٻيڙي لهرن ۽ لوڏن ۾،
پل غرق ٿي ڪجھ ڏيو ساٿ اوهانجي لڳ پهچي.

جاني تنهنجي ئي يادن ۾ ڪامي 'خاڪي'،
لڃ پڃ بہ ڏسي ڪو زهر جڏهن رڳ رڳ پهچي.



نہ آئين تون آئي وري عيد آهي.
ڪهڙي عيد ٿي نہ جي ملي ديد آهي.

”هيئي ناز جنهن تي ڇڏي سوئي هليو“.
مٿي تي منهنجي جڳ جي تنقيد آهي.

چريو مست پاڳل ديوانو آ شاعر،
چيو لوڪ تو ڪئي ڇو تائيد آهي؟

رهي گڏ بہ ٿي ڏينهن ڇڏجي وساري،
اهو فارمولو بہ جدّيد آهي.

رهي سنڌ آباد ۽ شاد جاني،
پڇرين آخري بس هي اُميد آهي.

سڄڻ ساڻ ناهي ڪجي عيد ڪهڙي،
ڪيو ڪجهہ نہ ’خاڪي‘ مون بہ خريد آهي.



رهي مجبور محبت ۾ سهي الزام ٽڙپي ٽو.
هئس ڪو نام دنيا ۾ ٿيو بدنام ٽڙپي ٽو.

ٿيو آ غار سهڻو عشق جودل ٽي ڏنا سپنا،
پرين اج پاڻ رخ ڦيريو ڏسي انجام ٽڙپي ٽو.

مهاڻي جي ٽئي محبت تہ ڏيندا ڄام ڄا مرڪي؟
ڪڏهن ناهي ٻڌو ڪنهن هي ڪٽي ڪو ڄام ٽڙپي ٽو.

هتي قانون اهڙو آ هجي جو خاص سڪيو سو،
هتي جا خاص وِڪيل هن تڏهن ئي عام ٽڙپي ٽو.

اهوئي وقت هر ڪنهن کي ٻڌائي ٽو ڪيو ڄا ٽو،
ڪُتا پنهنجا ٽي جنهن اج ڏس اهو صدّام ٽڙپي ٽو.

نہ آهي سنڌ جو اونو رڳو وڏ ماڻهپو گهرجي،
وري ليڊر وڪامي ويا ڪوي پيو خام ٽڙپي ٽو.

پُڇي پئي ايئن سڪين ڪا اج "ٻڌايو هو ڪيئن آهي"
سڪين ڏسيو "سوا تنهنجي صبح ۽ شام ٽڙپي ٽو".

هتي لالچ بنا من ۾ لڪل پيو ڪجھ نہ 'خاڪي' آ.
گهٽي جاني رکي چاهت اُهو ئي جام ٽڙپي ٽو.



لڳا بي رخين جا جي پالا ڪيڏي ڪو.
رڳو انڌياري اجالا ڪري ڪو.

سفر عشق جو آهي اڻ ڪٿ اٽانگهو
سڄي زندگي منهنجي ڇالا پسي ڪو.

ڪڏهن بادشاهي ڪڏهن پاڻ نوڪر،
انگل نينهن جا هن نرالا ڪٿي ڪو.

هتي رهزني رهبري روپ ۾ ٿئي،
حقن جا هٿن ۾ مشعالا ڪٿي ڪو.

صدين کان ستم آهي سنڌ ساڻ جاري،
ٿيو بند پاڻي ازالا وٺي ڪو.

”سِڪي جاڻ سُتياس تان سِڪ سمهڻ نہ ڏي“
اهڙا عشق جا اڄ حوالا رچي ٿو.

وٺن مين پڙيون گهٽا عام گهٽڪا،
ٽيا ڇوڪرا بد افعالا جهلي ڪو.

پيئڻ زهر سچ ڪاڻ آسان ڪونهي،
ڪنيا شوق ’خاڪي‘ پيالا وڏي ڪو.



چڱ اچي خوشبو تنهنجي بند تون ته دري نه ڪر.
پنهنجي ذلفن جي به قيدي کي آزاد بري نه ڪر.

پيار پنهنجو شال قائم زندگي ڀر ئي رهي،
تون مٺي ميلاپ واري تند ٽاڻ ڏري نه ڪر.

ڏک نه مڪڙو دل منهنجي ويندي ته اونده ۾ ٻڏي،
منهن ڏيکاري تون ڇهري تي پو نقاب وري نه ڪر.

منهنجي چاهت چنڊ وانگي آهي روشن ۽ چٽي،
لوڪ جي ڪوڙن قصن تي اعتبار چري نه ڪر.

آ ذکي سائين سوا تنهنجي گهڙي گهارڻ هتي،
تون به 'خاڪي' کي ڇڏڻ جي ڪائي ڳالهه ڪري نه ڪر.



اسان کي اسان جون وفائون قتل ڪن.
اوهان جون اهي ئي جفائون قتل ڪن.

رهو ڏور تا چو پرين ايئن اسان کان،
وڇوڙي جون هرهر هوائون قتل ڪن.

ڏسڻ ئي ڏيو تا نہ ويجها اچو تا،
پري سپ رهڻ جون سزائون قتل ڪن.

نہ ديدار آهي نہ درشن ٿيو ڪو،
حڪيمن ڏنيون سي دوائون قتل ڪن.

اچو جلد جاني ملو پاڻ مونسان،
اسان جون تہ سڪڻيون صدائون قتل ڪن.

خطاڪار 'خاڪي' تہ آهي سو آهي،
مگر هن پنهنجن جون دغائون قتل ڪن.



سگھيا ماٽي نہ جيون جي تہ جوڀن جا مزا آهيون.
اسان پنهنجن پيارن ڪاڻ ٿيا پٽيون حصا آهيون.

نہ پنهنجا جن جي ڪن پرگهور ويجها واهرو نہ ٿين،
ڏڙا هن جيئڻ موهن جا اسان اهڙا ڏڙا آهيون.

سدائين هو ڏين هو صدما ٻيا دوکا ڪري تحفا،
سهي سڀ سور پنهنجن لئہ ٿيندا بادِ صبا آهيون.

وڙهياسين واڳھ ٻڌجي اڄ غلامن لسٽ ۾ آهيون،
نٿو ويساھ ڪري ڪو ڄڻ ڪا ڪوڙي ڏند ڪٿا آهيون.

هڪ هوشو جي مجني مستي وئي استاد جي هستي،
نہ ڪائي سوچ ڪاهل، سُست سڏجون ٿيا ڏٺا آهيون.

نہ پاڻي جو ڦڙو نہ ڦٽو سلوڪ ڏس تماشو هي،
نہ اڄ جي وقت وانگي ڪنهن مهل ۾ ايئن ٻنا آهيون.

لڳي آ ٻوڙ بارودي هٿن هٿيار گھرجن ٿا،
لڙي آزادي لئہ هرڪو اسان ئي ڇو لِڪا آهيون؟

لکي سگهئون رِڙهي سگهئون انهيءَ سان گڏ وڙهي سگهئون،
اسان جي ٻولي آ جنهن جي سهاري ئي بتا آهيون.

کِلڻ 'خاڪي' ملڻ وسريو پڇون ۽ بس لکون ويٺا،
سمنڊن مان سُئي ٻوڙيون نہ ڪي شاعر وڏا آهيون.



تنهنجي انگلن آرن ماريو.
مون کي پنهنجن پيارن ماريو.

اکيون آهن قاتل ٿهري،
نظرن جي آ وارن ماريو.

هي ڏوهه ڏجي آخر ڪنهن تي،
دلبر ۽ دل وارن ماريو.

واٽن تي جي لوڪ وڇايا،
افواهن جي ڇارن ماريو.

هو ڪو نہ ڪڏهن ڪارو تي ها،
پر ٻانهن جي هارن ماريو.

ڇانو ڏتي ڪا ملڻي نہ هئي،
ڏيئرن جي اٽس ٻارن ماريو.

مسڪين ويو لُٽيو ڦُريو،
ميرن پيرن ڍارن ماريو.

پاڻي جو ناهہ ڪيو پنهنجن،
سنڌ کي جعفر پارن ماريو.

پيارن تائين پُهچڻ کان اڳ،
ڇارن جي آ خارن ماريو.

سالون گذريون وريو نہ اڄان،
'خاڪي' سڪ ۾ سارن ماريو.



مجون تا تہ آيو نئون سال آهي،
اسان لئہ سُيان اڄ تھڙو ڪالھ آهي.

وجن پاڻ ۾ هي وڙهي مان هجان خوش،
سدائين هليو هو اهڙي چال آهي.

پيا سنڌ ۾ مسڪين ماڻهو منجهائن،
ڪيو ويل هڪ پير پيو فال آهي.

محلن ۾ بچن تا ڪئين طعام اوبر،
نصيبن ۾ ڪنهن ڪي نہ ڪا دال آهي.

جڏهن ڪان پرين تو سان اتڪي نظر آ،
تڏهن ڪان ڪليو دل جو هر وال آهي.

ملن تا متا هن مهٽا روز مون ڪي،
نہ مون لئہ اها ڪا نئين ڳالھ آهي.

يلا سنڌ ڪي چو لُٽين پيا وفاقي؟
چوي سچ نہ سو ياڙيو پال آهي.

ويون گم تي مهراڻ جون سي موجون ئي،
سنڌوءَ جو نہ ساڳيو رهيو چال آهي.

ستائي جلالي تنهنجي ياد جانان،
اسانجو تہ هي هر گھڙي حال آهي.

اچين جي عمر ئي پوي تي سجائي،
حياتي ۾ 'خاڪي' وڏو خال آهي.



توکي ڏسڻ جي هينئڙي هير.
توکان ڏار گذاري کير.

ڏرتي ساري جهمريون پاتيون،
تون جا پائي نڪتين چير.

آءُ تہ سليمان دل جون ڳالهيون،
سيني سانديم تو لئہ ڍير.

تنهنجي نيڻن جو زخمي ٿيان،
ايئن نہ نظرون مون کان ڦير.

هيل وري آ ڳوٺ اسان جي،
هاڻ ٿيا هن ڳاڙها ٻير.

ڪو بہ هتي پاءُ نہ پاڻ چوي،
هرڪو پاڻ سڏائي سير.

مرڪي هر ڪنهن ساڻ ملون ٿا،
ڪنهن لئہ نہ رکون من ۾ وير.

وار بہ چاندي تارون ٿي ويا،
چا ايڏي بہ ڪبي آ دير!؟

'خاڪي' مون لئہ خوشيون ميلا،
منهنجي پڌر جي پائين پير.



مٺي مرڪي نهاري ٿي.
دلين مان دک ڏڪاري ٿي.

چمان هٿڙا، ڏسو مون لئہ
اگڻ پنهنجو ٻهاري ٿي.

سندءِ خوشبو پڳي مون تي،
هوا آنچل اُڏاري ٿي.

وڏي ايمان ڏِسيو هن کي،
اندر منهنجو اُجاري ٿي.

سحر ٿيندي سحر ايندي،
اها آشنا جياري ٿي.

کِلي 'خاڪي' ڏئي خوشيون،
ٻڏل ٻيڙا ٻہ تاري ٿي.



اڃا آ انتظاري نيڻ هي منهنجا ستا ناهن.
ڪڏهن دل تان لٿا يادن جا تہ ٿهڪندڙ ڪنا ناهن.

اسان قسمت هٿان لُٽبا هميشہ ڪان رهيا آهيون،
ڪڏهن ياڳن اسان جن ۾ تہ ڪليا ڪي پڪا ناهن.

پرين جي پيار مان ڳالهائي لفظ ٿين ماکي مصري،
مگر منڙي رويي تنهنجي ڪيا جي زخم ڇٽا ناهن.

جڏهن گهر کان قدم ٻاهر رکان بس ايئن وڏن توڙي،
جيئن جانان ڪڏهن سج چنڊ پنهنجا گس پليا ناهن.

اهو انسان آهي چنڊ تي پهتو ڀيو نہ رسي،
اهو انسان ئي شيطان زمانا ڪي ڪڏا ناهن.

جڏهن ووٽن وٺڻ جو وقت آيو آيا در در تي،
ڪڏهن غربت مصيبت ۾ ڏسي ڪنهن وٽ پڳا ناهن.

ڪنداسين ڳالهہ پيا حق جي پلي ڪنهن ڪي ذڪي بہ لڳي،
بتن کان "هُو" گهرن "هي" مُئن ڪنان مشڪلڪشا ناهن.

دنيا ۾ غرض لالچ ڪلفتون باقي رهيون بچيل،
عداوت جو علاج ٿئي ايجاد ٿيا ٽڪا ناهن.

چون ٿا ڳالهه معمولي محبت جي گيس چريو
چريا چڙهيو دريا نه ته بي سبب ٻيلا ٻڏا ناهن.

ڪندي پئي ياد هي تاريخ "دودا دولهه هوشو هئا".
وڏو آ مان تن جو جي ڪُسي ويا، پر جهڪيا ناهن.

ٻلي سوليون سجن ڦاهيون ٽنگن هرگز نه جهڪنداسين،
مرن جي راهه حق ۾ سي ڪڏهن چئبا مئا ناهن.

اچي طوفان جيڪو وڃ اُيو هوندو ڪري پوندو
نه جي انقلاب ڏوڏيا ڏاڍ جا ڏونگر ٻڏا ناهن.

اسان پنهنجي پيءُ سنڌ جي حق لاءِ لڙنداسين،
نه حق حاصل ٿيا مرنداسين هي خيال ڪي برا ناهن.

هتي محبت ڪرڻ جڻ پلصراطن جو سفر ڪرڻو
اها واٽ نه سجهي جنهن تي ڪڏهن ڪاوا اُيا ناهن.

پيا اڪڙين اڳيان هن سنڌ هن سرتي جان نقش ڦرن،
اسان ڪان جاني ۽ ڌرتي گهڙي 'خاڪي' جدا ناهن.



ڪئي آ ڪوئل ڪُو ڪُو ساڄهر انبن تي.
آيو ناءُ تنهنجو آ منهنجو چَپن تي.

سوا تنهنجي دنيا سڄي سڄ لڳي ٿي،
وري آءُ موتي پراڻن پَٽن تي.

ٻڌي لوڪ پيرن جا آواز نہ وٺي،
پرين تون پيارا هلي اچ پٻن تي.

اسانجو ٿيو عشق بہ سراب وانگي،
هلياسون اسان ئي سفر ڪنهن ڪَٽن تي.

وڃهي دوست ڀاڪر هنيو جو ڇرو هو،
انهي بعد ڇرڪيو پوان ٿو ٻَڪن تي.

پيا ڳائجن سنڌ تنهنجا سوڍا جوڌا،
ٿيا سرخرو جن ڏنا سر وَطن تي.



مون کي مرکي مارين چو ٿي.
ايڏا ٻارڻ ٻارين چو ٿي.

اک ڦهري چپ مصري منهڙو
مارڻ لئه سنيگارين چو ٿي.

واسينگ اهي ٿي پوندا هن،
وار ايئن تون وارين چوٿي.

هليا مون ڏي کي قرب کيون،
ڳالهه اها ئي ٽارين چو ٿي.

ماٺهو هن محبت جا دشمن،
دليون تن جون ٺارين چو ٿي.

نيڻ ملائي ۽ شرمائي،
خاکي کي ڏس کارين چو ٿي.



نہ تون هوندين نہ مان هوندس نظارن سان دنيا هوندي
مٿل جو ڪو بہ ناهي ساھ وارن سان دنيا هوندي

حياتي آ ڪِلي خوش تي ملي مرڪي گذاريون اڄ،
خزان ايندي اسان تي پَر بهارن سان دنيا هوندي

لهرن ۾ ساٿ ڏي ڪو ڪو هتي ٻڏندڙ جو ناهي ڪو،
پيا ٻڏندؤ اکين ڏسندؤ ڪنارن سان دنيا هوندي

مِٽي محمد صہ قبولي جا اها غربت پلي بيشڪ،
سچن لئہ غم مگر فاني غدارن سان دنيا هوندي

سچائي لئہ سچائي سر ڏئي قربان تي ويندا،
مگر هت ميڙن ۾ پيو مڪارن سان دنيا هوندي

هتي ڪمزور جو ڪوئي تيو هو ۾ تيو ناهي،
اپوجهن جو الله آهي سگهارن سان دنيا هوندي

اڙي جاني اڪيلو مان هليو ويندس تہ ڇا ٿيندو،
اُتي ڏسجو مٿل مون بيشمارن سان دنيا هوندي

ڪٿي خاڪي مٽان منهنجي مٽي جا مڻ پيا هوندا،
انهي لمحي سجيل، سُهڻن ستادن سان دنيا هوندي



سنڌ ڌرتي مٿان مان امن ٽو گهران.
روز مرڪون ڏسڻ سڀ چپن ٽو گهران.

سنڌ سرسبز ساري سدائين رهي،
مان تہ سائو وڳو لئہ پٽن ٽو گهران.

ٽوٽ چپڙا سنڌو سي تہ ڦاٽي پيا،
سرڪ پاڻي سندي لئہ لبن ٽو گهران.

حقّ خاطر لڙون پل تہ پوءِ مرون،
هر نندي ۽ وڏي ڪان وچن ٽو گهران.

ڏيہہ حامي ٽيو سو حرامي ٽيو
اڄ انهي لئہ خريدڻ ڪفن ٽوگهران.

پل تہ جاني مران سنڌ جيئي سدا،
ها تہ اهڙو ڪرڻ ڪو جتن ٽو گهران.

پنهنجي ڌرتي مٿي پنهنجي مرضي هجي،
’هاڻ آزاد خاڪي وطن ٽو گهران‘.



هر ڪو آ پورو انائن ۾،
جو گذري وقت دغائن ۾،
ايمان ڪنهن جو نه وفائن ۾،
نه اثر رهيو ڪو دعائن ۾،
لڙڪ پيو ڪوڙا هُو واهي،
ماڻهو ماڻهو کي ٽو ڪائي.

## راڻي تولئہ روح ۽ راڙو

تو "ذلفي" جو خون ملهايو
پر پنهنجو سر ڪين جهڪايو
هن ڪنڌ اُيو تنهنجو چاهيو
تو تہ ڪيو سو خواب سجايو
تون هُئين هُن جي پياري پنڪي،
هُن پنهنجي 'هي' جاگير ڏني،
توکي ئي جانشين ڪيو
هن سياسيت کي هڪ هِير ڏني،
توکان تنهنجو پاءُ "مير" ويو
تون اُن وقت چو خاموش رهين؟
ڪُرسي، شُهرت ٺُڪرائين ها،

ڇا صدمي کان بي هوش رهين؟
ظالم کي خون ڦٻي ويو ءِ،
توکي لاٿائون تخت مٿان،
ها خوف هُنن کي هو ڏاڍو،
هي بہ وَٺي ياءُ جو وير مٿان،
”ياءُ جي ويري ياءُ جي قاتل“
ايئن توکي بدنام ڪيائون،
قيدي بڻيا ڪوڙ جيالا،
توتي ڌرتي حرام ڪيائون،
آٺ سال لنگهيا ڄڻ خواب هُيو،
تنهنجي آمد ماڻهن ميڙا،
لاڙ اُتر، وچ، ڪاڇو ءِ ٿر،
وستيون واهڻ توسان ٻيڙا،
روڊ ڪراچي تنهنجا نعرا،
تنهنجي مُرڪ وئي هٿ رُڪيا،
ان وقت ٿيون ريهون رڙيون،
پل ۾ پوري دنيا لرزي،
قوم سموري رستن تي وري،
ماڻهو وريا چرين وانگي،
مايوسي مان پئي سنڌ ٻري،
راڻي تو لئہ روڄ ءِ راڙو،
تنهنجي سوڳ ۾ سيڪو ساڻو،
ڪهڙا شهر لِکي ڳوٺ لڪان؟
هرڏِس تڙپيو سنڌي ماڻهو...!



## ڪيون عيد ڪهڙي ؟

اسان درد پوڙيا،
اسان لڙڪ پيتا،
ڪيون عيد ڪهڙي؟

اسان تي سُڪياسين،
ءِ اُڃ پئي مُئاسين،
ٻنيون ٽوٽ تي ويون،
ڦِٽل ڳوٺ تي ويون
وريا هي جو ريلا،
ڪيون عيد ڪهڙي!؟

اِهو شاهه درياءَ،
بي پرواهه درياءَ،
گجيو ايئن اچانڪ،
ٺُٺو ايئن اچانڪ،
خطا حوصلا ٿيا،
ڪيون عيد کهڙي؟!

رهيو مال باقي،
نڪو حال باقي،
ٿلها هٿ چنڊيندي،
ٻُڏندي ٻُڏندي،
سُڪي تي هُون پهتا،
ڪيون عيد کهڙي؟!

ڏِسون ماءُ رُئندي،
ڏسون پيءُ لُڇندي،
ڏسون ياءُ مرندي،
ڏسون ٻيڙ جلندي،
اهي حال پنهنجا،
ڪيون عيد کهڙي؟!

گهرن کان بي گهر ٿي،
رهون دربدر ٿي،
هي آڪاش ڇپرو،
ءِ ڌرتي وڇاڻو،

آهيون بي سهارا،
ڪيون عيد ڪهڙي؟!

رهون ٿا خيمن ۾،
نہ آهيون امن ۾،
پريشان اٿي لئہ،
چئون ڪيئن لٽي لئہ؟!
جهڪيا ڪوڙ پٽڪا،
ڪيون عيد ڪهڙي؟!

ملي پئي ٿي جاني،
ويلي هڪ جي ماني،
پيئڻ لئہ نہ پاڻي،
لڪون ڇا ڪهاڻي؟!
ڪئمپن ۾ گذارا،
ڪيون عيد ڪهڙي؟!

اسان درد پوڳيا،
اسان لڙڪ پيتا،
ڪيون عيد ڪهڙي؟!



## مزو اِهڙو ڪٿي آهي؟

ڏنم تنهنجي جهلڪ سائين،
پُڳو هان جڻ فلڪ تائين،
هوائن ۾ اُڏاميو هان،
فضائن ساڻ گڏيو هان،
مزو اهڙو ڪٿي ناهي،
جهڙو تنهنجي ڏني آهي،
اٿم دل جي عجب حالت،
وڏي قسمت ملي چاهت،
نہ ان جي مان هيس قابل،
ڪيئي پنهنجن ۾ جو شامل،
ڏنم اڳ ۾ رُاي جاني،
گهڻو دل تي جلي جاني،
خوشي حد کان وڌي وئي آ،
غمي مون کان هٽي وئي آ،
تئين جيون سندو ساٿي،
وئي منزل ملي 'خاڪي'.



## ملڻ پنهنجو جڏهن ٿيندو...!

حياتي چار ڏينهن آهي،
وڻون سڀ پيار ورهائي،
چڙيون هي ملڪ مهڪائي،
محبت سان ملهايون ٻئي،
گهٽيون پاڙا سجايون ٻئي،
ڏکن کي پچايون ٻئي،
رئندن کي کلايون ٻئي،
اِهو ممڪن تڏهن ٿيندو
ملڻ پنهنجو جڏهن ٿيندو
پُڇين ٿي "سو ڪڏهن ٿيندو"!؟
کُليون ٻانهون هينئر هليا،
گهٽئي آهيون ٻئي جليا،
ڪِيئن خاڪي تہ سمجهائي،
حياتي چار ڏينهن آهي،
حياتي چار ڏينهن آهي.



## جيت اسان جي ٿيندي

تون وڪ تہ وڌا،
جيت اسانجي ٿيندي،
هي بت انائن جا،
زنجير انيائن جا،
آخر ٽٽندا،
تون وڪ تہ وڌا،
تو وڪ تہ وڌا.

پنهنجي لوڪ ضدي جا،
هي سڀ خول کُودي جا،
پل ۾ پٽبا،
تون وڪ تہ وڌا،
تون وڪ تہ وڌا.

قائم ظلم تہ رهندو
جيسين ماٹهو سهندو
ظالم هٽندا،
تون وڪ تہ وڌا،
تون وڪ تہ وڌا.

ڪيسين رهندا ڇانيل،
هي دردن جا بادل؟
نيٺ بہ ڪلندا،
تون وڪ تہ وڌا،
تون وڪ تہ وڌا.

آئون تنهنجو 'خاڪي'،
۽ تون منهنجو جاني،
اچ هٿ ملا،
تون وڪ تہ وڌا.
تون وڪ تہ وڌا،
جيت اسان جي ٿيندي



## سگهو هاٺي هلي آ تون

اوهان جي سار تڙپائي،
اوهان کان ڏار تڙپائي،
اها هر وار تڙپائي،
اهو تڙپڻ ڪري ويجهو
اکين اڳيان اچي ماضي،
اها چاهت اها محبت،
اهي ئي هار ٻانهن جا،
اچا سمجهان ڳلي پاتل،

ٻچي ۾ هار محبت جا،
اهي ڏينهن پيار محبت جا،
اُهي گهڙيون اُهي لمحا،
رڳو خوشبو رڳو خوشيون،
اُهي خوشيون صفا اڻ ليکي،
ملي خوشبو ڪٿان مون کي،
هُئين مڪڙي بڻيس پونرو،
ڦري پوپٽ جيان تنهنجي،
بدن جو واس تي ورتم،
ٻلن برسات چمين جي،
چپن مليا ڪنارا جو
ٻئي مليا اُجارا جو
عجب ير ڪيف تاري ٿيو
ٿيا هٿ جسم تي رقصان،
چڙيو جڻ راڳ سهڻو ڪو
چڙي پيا سُر سريلا ڪي،
سڄو منڊل سُرن واسيو
عجب دل جي خوشي خاڪي،
اُهي يادون اُهي ڳالهيون،
صفا دل کي جلائن ٿيون،
الئہ آهين ڪٿي جاني،
سگهو هاڻي هلي آ تون،
سگهو هاڻي هلي آ تون.



## پيار جو اظهار ڪر

سنوار ذلف زندگي،
ڇگن ۾ ڇيڙهہ ڇا سبب،
حيات بس لمحو گهڙي،
مرون بہ ڇو سڙي سڙي،
پيار پيار ٿي وڃون،
تہ پُر خُمار ٿي وڃون،

ملي اکين کي آچيو،
کچن تہ نينهن جو نشو،
هٿن کي ڇڏ سبق پڙهن،
بدن سندي ڪتاب جو،
ورق ورق وري ڏسن،
خدا جي ذات کي پسن،
پلي تہ چپ چُميون وٺن،
صدين سنديون اُڃون لهن،
چپن سندي چُهاءَ سان،
دليون مهڪن هڳاءَ سان،
هجن هتي نہ نفرتون،
هِتي هُتي جِتي ڪِٿي،
هجن رڳو محبتون،
نہ ماٺ ٿي نہ ڪاٺ ٿي،
نہ پيد نہ قيد ٿي،
ڇڳي نہ ڇُپ آ ڇپن،
پيار جو اظهار ڪر،
هلاڪ ٿي نہ تون پرين،
نہ ٿي وري هلاڪ ڪر،
دليون ڳنڍيل نہ ڏار ڪر،
ويچار ڪر ويچار ڪر،
سنوار ذلف زندگي،
چپن ۾ ڇيڙهہ ڇا سبب؟



## اسان ڇاڻ بي جان بوتا هجون

اسان جي گهرن تي ئي گوليون هلن،
اسان جي جوانن جون ڇاتيون ڇنن،
اسان جا شهر ٻيو اسان جا نہ ٿين،
اسان پنهنجي ئي گهر ۾ واڙيا وڃون،
اسان پنهنجي پٽڙن جا لاشا کڻون،
رياست کي ٿا ڄڻ رانديڪا لڳون،
اسان سان پيا ڪيڏ خونيءَ ڪن،
اسان جي خوشين تي بہ ڏاڙا هڻن،
اسان کي ڏنگيندا رهن ايئن ٻٽون،
اسان ڄاڻ بي جان بوتا هجون،
اسان ساڻ ٿين هيڏيون هي جُٽون،
مگر پو بہ خاموش خاڪي رهون،
اڙي اهڙي جيئڻ کان تہ ٻڏي مرون.



## دل بي چئي!

مان ويندو ئي ان لئہ آهيان،
جنهن ساڻ ملي سگهندو ناهيان،
ها اُن سان تہ ملڻ خاطر ڏس،
مان ڪيڏا ڪندو آهيان وس،
هڪڙي خاطر سڀ سان مُرڪان،
هڪڙي خاطر سڀ لئہ تڙپان،
هن جو ويجهو مون لئہ آئت،
مورک سو بہ نہ سمجهي چاهت،

مون کي هن جو شهر وڻي ٿو
روز ڇتايان هن جو ڇهرو
پوري وسندي جهڙس ڪوئي
آهي ٿيندو نه وري هوئي
منهنجي منزل هن جو پاڙو
روح روز ڪري اوناهن لاڙو
هن جي گهر ڏي ويندڙ هر گهٽي
ٿي وڃي آ دل تي نقش جٽي
ان ڪس وٽان ٿو روز لنگهان
هن جو مٺڙو آواز ٻڌان
پر هن جو ڪمرو کلي نه ٻوڪه
گهر ٻاٽي نه وٺي ٿان، سڌ ڪه
اهڙي حالت ۾ ڪيئن ڪيان؟
وڃيو ته رقيب بيش بوان
هو ۾ وري ڳالهيون ڪوڙ ڪندين
آئين نه برين جو ٿان، ڇهين
پنهنجن ۾ غيرن سان مليو
واپس موٽيان جليو جليو
ها هي روزانه جي ڪار اٿم
سمجهان حيلا بيڪار اٿم
پر دل بي چئي ڪين مڃي ٿي
مون کي وٺيو روز وڃي ٿي
ملڻ ويندو ٿي ان لئه آهيان
جنهن ساڻ ملي سگهندو ناهيان



## ڪجهه سوچ سڄڻ...

دولت شهرت رتبو
توبن کهڙي ڪم جو
خوشيون مرڪون ڪن پل،
آهي گهڙي ڪن جيون،
جيون ۾ جاني ناهي،
ڪجهه بي ناهي ناهي،
تون جي ناهين ساٿي،
منهنجو جيون ڪشتي،
ڇڻ ڪنهن ڪن ۾ ڦاٿي،
تنهنجو پيار پرين،
هر مشڪل آسان ڪري،
تنهنجي آٿت لهرن مان،
لحظي ساڻ ڪڍي،
تنهنجو ٽيڪ سهارو
منهنجي من جي ڍهندڙ
چت لئہ آهي ٿوٽي،
ها پر جي تون ئي،
بار ڪلهن تان لاهيندين،
ڇڻ من مندر ڍاهيندين،
ڪجهه سوچ سڄڻ،
ڪجهه سوچ سڄڻ.



## ڪڙهائي ۾ هستي اسانجي ڪڙهي ٿي

ڪلي اک تہ اڏري فلڪ تي پڳاسين،
اسان جا فضائن ۾ پرچم لڳي ويا،
رڳو پيار محبت امن جا حوالا،
اسان جي همت ساڻ جهر جهنگ وسي ويا،
چمڻ ڪان پنهنجا پاڻ رهبر ٿياسين.

هُئي شان پنهنجو اها سنڌ پنهنجي،
قبل ئي مسيح ڪان صديون ڪي پراڻي،
ترازو ۾ تاريخ جي ڳوري ڪافي،
اسان جي ڪهاڻي ئن ڪان مياڻي،
سوين بار باري ڪلهن تي سناسين.

نہ محتاج ڪنهن جا نہ ڪئي سون غلامي،
بندر شهر پنهنجا ۽ پنهنجون بازارون،
پنهنجا هٿ پنهنجو ناڻو پنهنجي ڪمائي،
پڳا وڻج واپار ۾ نہ ڏيهہ هزارون،
گلن ساڻ ڌرتي چرن پئي رتاسين.

اسان شاهہ دريا جا وارث رهاڪو
نہ جنهن وقت ۾ ڪا عمارت جڙي ٿي،
انهي دور ۾ پئي اسان مئن سجايو
سڄي پرتوي پو اسان ڏي لڙي ٿي،
اسان ڌرتي مان سون چاندي لڌاسين.

ڪڏهن فوج ارغوني ترخاني آئي،
وريا آريا ڏچ تاتاري افغاني،
مغل انگريزن ڪئي ڪاهہ هيڏي،
مِٽائڻ گهرين ٿي اسان جي نشاني،
بچائي پنهنجي ڌرتي ڪي پاڻ مئاسين.

اسان تي لکيا ويا سفرناما سهڻا،
بڻياسين اسان پاڻ اسلام جو در،
لڳو ٿي تہ ڌرتي ۾ لَتجي وياسين،
اسان جو رهيو پو بہ جڳ ۾ اُيو ڪر،
ڌسڻ ۾ سين ڪي اچون اُت پڳاسين.

اسان سان ڪئي وئي ته مسلم جي عيوض،
وڏي ڄڻ وبڌن ۾ ويساهه گهاتي،
اسان جون حدون سوڙهيون سڀ ڪيون ويون،
اسان جي وطن تي ڦري صوبي ڪاتي،
انهي ڏينهن ڄڻ پاڻ هٿ سان لٽياسين.

وفاقي حڪم تي ٿيا خون پنهنجا،
هتان جا رهاڪو لڏايا ويا سڀ،
انهن سنڌ مرندي ڳسندي ڇڏي تي،
پراوا ته پنهنجا بڻايا ويا سڀ،
مٽين جا به فرمان سيئي مڃياسين.

ڏسو هاڻ حالت سڪي سنڌ ساري،
ٿياسين پنهنجي گهر ۾ قيدي سلامي،
بندر ويا شهر ويا ڪسن ٿا سِنڌو پي،
رهيا تخت ناتاج آئي غلامي،
ڪسڻ وقت جو ڪجهه نه لڇيا ڪڇياسين.

اسان هٿ ڪٺون ٿا اهڙي ٻيائپي تان،
رڳو جا مفادن جا منتر پڙهي تي،
اسان هاڻ لٽجڻ نه ڏرتي ڏينداسين،
ڪڙهائي ۾ هستي اسانجي ڳڙهي تي،
سهي ستم 'خاڪي' پنهنجن جا ٿڪاسين.



## ڪٿون نہ ساهي ٻڳهو سفر آ

ملڻ جي لئہ ڪي جتن ڪياسين،
وچن سمورا تہ ياد آهن.
قدم قدم سان تہ گڏ ڪنياسين،
نشان پيرن ٻهيا تہ ناهن.

جيون سقل هو هئا هٿن هٿ،
نہ روڪ ڪائي نہ ٽوڪ ڪائي،
ويران محفل نہ سي سٿن سٿ،
نہ جهات سائي نہ بات سائي.

لتاڙي لڪ ۾ لانگها سمورا،
ڏٺاسين سامهان جبل اڪيلا.
ويا الڻ ڪٽ لانگها سمورا،
نہ مارو سي ۽ نہ ئي سي ميلا.

نہ ڄاڻ منزل ڪٿي خبر آ،
ڪپي ۾ ڪوري هي انتظاري،
ڪٿون نہ ساهي ڏگهو سفر آ،
خزان پڇاڻان اچي بهاري.

ٿئي اسان کان ئي دير شايد،
نہ هو وڃن ها ڇڏي رٽن ۾،
پلي ڪنياسين تہ پير شايد،
تنها ڪيون پيا واڪا وٽن ۾.

هتان نہ وڃبو مرڻ پڇاڻان،
متان ڏسن هو اچي اسانکي،
سفر تان 'خاڪي' ورڻ پڇاڻان،
پوي هنن جي نظر اسان تي.



## ماڻهو ماڻهو کي ٿو کائي

دنيا دردن جي گهيري ۾،
هرڪو قيد غمن جي ديري ۾،
ڪا سمجهه نہ آ من ميري ۾،
ايمان وڪيو هر پيري ۾،
هر ڪنهن پيارو مطلب آهي،
ماڻهو ماڻهو کي ٿو کائي.

پاڻ ٿو پنهنجي بيڙي ٻوڙي،
رشتا ناتا پل ۾ توڙي،
هر ڏاڍ اڳيان هٿڙا جوڙي،
ڪاٽي وانگي دليون ڦوڙي،
اڄ ڪلهه ڪا انسانيت ناهي،
ماڻهو ماڻهو کي ٿو کائي.

مذهبن ماڻهو مايوس ڪيا،
فرقن جا فِتنا تيز ٿيا،
پنهنجا ٿي دشمن، ياءُ پيا،
نظرين ۾ تہ ٽٽي جوڙ ويا،
روز جماعت نئين ٿو ٺاهي،
ماڻهو ماڻهو کي ٿو کائي.

ٽانڊا هٿ ڪٺا محبت تي
عام صفا آهي نفرت تي
اڪثر من ۾ ڪني ڪلفت تي
پيٽ ڪٽائين سا غيرت تي
مرد پلي نار نہ ڪا چاهي
ماٺو ماٺو ڪي تو ڪائي

سڀ جڪڙيل سورن سنگهر ۾
خون ٽين مسجد مندر ۾
خوف ڪيو واسو اندر ۾
ڪنهن جو هٿ آ پس منظر ۾؟
ڪير پڪي تو امن جا ٽاهي؟
ماٺو ماٺو ڪي تو ڪائي

هر ڪو آ پورو انائن ۾
جو گذري وقت دغائن ۾
ايمان ڪنهن جو نہ وفائن ۾
نہ اثر رهيو ڪو دعائن ۾
لڙڪ پيو ڪوڙا هُو واهي
ماٺو ماٺو ڪي تو ڪائي

آخر بچيو ڇو نہ امن آ؟
نہ خوشي ڪا ويران چمن آ.
ڏپ ۾ ورتل هرڪو من آ.
خاڪي اڇٺو موت سمن آ.
سوچ ڇڏيو تو پٽ تي ڇا هي!؟
ماٺو ماٺو ڪي تو ڪائي



## وريو ھي واءُ اوچتو!

نہ هو شهر ۾ هاڻ جو
وچوا اچان ٿو موٽيو
اڃي تہ ڏينهن رات چا،
گهڙي گهڙي لمحا لمحا،
ويا پيار ۾ ويا،
۽ انتظار ۾ ويا،

نہ هاڻ منتظر بہ ڪو
نہ هو شهر ۾ هاڻ جو
وڃوا ڇان ٿو موٽيو
اڪين اڪين ڪيو وڇن،
تہ پائبو ملي ڪفن،
نہ ڏار ئي ڪڏهن ٿبو
پيار لئہ تہ سر ڏبو
وفا ٿيو نہ عهد سو
نہ هو شهر ۾ هاڻ جو
وڃوا ڇان ٿو موٽيو
گهٽيو نہ هو لڳاءُ پي،
هيو اهوئي چاهہ پي،
نہ دل مٽي نہ سڪ گهٽي،
اميد من ريتن گهٽي،
وريو هي واءُ اوچتو
نہ هو شهر ۾ هاڻ جو
وڃوا ڇان ٿو موٽيو
هوءَ بي ڪنهن جي ڪنوار ٿي،
مٽن مٽان نثار ٿي،
شڪر ٿيو عزت بچي،
خوشي ڪئي نچي نچي،
اچي ويو هي زلزلو
نہ هو شهر ۾ هاڻ جو
وڃوا ڇان ٿو موٽيو.



# اچا ڪڏهين پلا اٿبو

سموري سنڌڙي ساڻي،
سنڌو جو بند ٽيو پاڻي،
اچا ڪڏهين پلا اُٿبو؟
صدين کان پيا اڇن ڏاريا،
هتي اڇيو مڇن ڏاريا،
يتيمن جو اڏو آهي،
انهي جو ڇڻ وارث ناهي،
ويا ڪيڏانهن دوداڻي،
سموري سنڌڙي ساڻي،
اچا ڪڏهين پلا اُٿبو؟
اسان جا شهر هٿ مان ويا،
جڏهن اڳواڻ سٿ مان ويا،
ويو ڪسجي ڪيٽي بندر،
ڪلاچي کن پيو سمندر،
اسان منهن تي رلي تاڻي،
سموري سنڌڙي ساڻي،
اچا ڪڏهين پلا اُٿبو؟
اسان کان ڪارخانا ويا،
محبت جا فسانا ويا،
ملن ۾ ڏاريا ڪٽجن،
آفيسن ۾ اِهي ڏسجن،
ستا سيّد نظاماڻي،

سموري سنڌڙي ساٿي،
اڃا ڪڏهين پلا اُٿبو؟
اسان جا تيل تيل ٿيا،
اسان جا ڪيت پيل ٿيا،
ثقافت ساز ڦرجن ٿا،
رڳو چو هٽّ ملجن ٿا،
رهياسين چپ چاٽي واٽي،
سموري سنڌڙي ساٿي،
اڃا ڪڏهين پلا اُٿبو؟
نہ ڪي دولهہ نہ سي دودا،
نڪي هوشو نہ سي جوڌا،
نہ ئي سي مرد رهيا هن،
نہ ئي سي فرد رهيا هن،
نہ سا مرڪان نہ سنڌ راٽي،
سموري سنڌڙي ساٿي،
اڃا ڪڏهين پلا اُٿبو؟
وڏي بيروزگاري آ،
سنڌين سر تي تغاري آ،
هُتان جو ٿي هتي پرتي،
ٿيا ڌاريا ڌٽي ڌرتي،
اها سرڪار آ ڪاٽي،
سموري سنڌڙي ساٿي،
اڃا ڪڏهين پلا اُٿبو؟



## ڏڳن ۾ ديدون

نظر نظر آ شراب تنهنجي،
وهي اهائي گلاب تنهنجي،
اکيون اکين سان ملي ويون هن،
دليون سموريون جلي ويون هن،
وري وري هي ڏسڻ ٿو ماري،
وري وري ايئن ڏسڻ جياري،
جيئڻ بہ ڪهڙو مرڻ بہ ڪهڙو
کلڻ بہ ڪهڙو روئڻ بہ ڪهڙو
خوشي تہ تون ئي کڻي وئي آن،
تہ تير نظرن هڻي وئي آن،
ڇڏيون لڳائي ڏڳن ۾ ديدون،
ملي اوهان سان ڪبيون تہ عيدون،
چڙهي ويا هن خُمار ڪهڙا؟
لهن نٿا هي بُخار ڪهڙا؟
سکي اسان تي وري نظر ڪر،
سکي اسان ڏي وري نظر ڪر.



## پر پياري مون وٽ وقت نہ آ

تون پاڻ سنواري آئي آن

پر پياري مون وٽ وقت نہ آ.

پريان ڏس ٺاڍ اچي وڌندو

جيڪو مون کان ھي ڌرتي کسندو

ماءُ بنا لاوارث ٿيندس

پوپلا ڏس توکي ڪيئن وٽندس؟

اج تہ وٺين پٺي مون کي ٺاڍي

پر پياري مون وٽ وقت نہ آ.
انسان هٿان انسان مرن ٿا.
هُن جي نظرن ۾ حيوان مرن ٿا.
هو مون کي ڪو شيطان لڳي ٿو
پيو هر مرد وڙهي ۽ عورت.
هر ڪنهن دل ۾ دهشت نفرت.
تون تہ گهُرين مون کان محبت.
پر پياري مون وٽ وقت نہ آ.
ڌرتي تي اُپ مان بارود وسي،
ملڪ سڄي مان باهہ اٿي،
شهرن ڳوٺن ۾ دانهون هن.
ڪنهن جون سسيون ڪنهن جون ٻانهون هن.
ٿا ڪنهن جا ڪنگڻ هار رلن،
تون پائي آئين ڳاڙهيون چوڙيون،
پر پيار مون وٽ وقت نہ آ.
پيو محاذ سڏي ڌرتي جو ۽،
ليڙون ليڙون آنچل سرتي جو
هاڻ نہ بيهندس، رُڪندس،
جي وقت مليو واپس ايندس،
نہ تہ ڌرتي تان قربان ٿيندس،
تون سهٽي سونهن منهنجي ڪمزوري،
پر پياري مون وٽ وقت نہ آ.
پر پياري مون وٽ وقت نہ آ.



## تاريخ نئين ڪا ٿهندي

شعلا شعلا بغداد ٿيو
بغداد منجهان بيداد ٿيو
ڪلسٽر بم بارود وسن،
بيڏوهه حياتيون روز ڪسن،
هيڏو هي انياءَ ٿيو آ،
ملڪ سڄو مسمار ڪيو آ،
تنهن هوندي ٻي ڪين مڙي ٿو
جنگ امن لئہ ايئن چوي ٿو
ڇڻ جنگ بہ ڪا تفريح آهي،
جنهن سان بهلائڻ ٿو چاهي،
جنگ تباهيون ئي آڻي ٿي،

امن ٿو گهران

جنگ امن مان ڪجھ بہ نہ چاھي ٿي،
ھي تہ رڳو گھر ويران ڪري،
۽ ڌرتي کي شمشان ڪري،
ھي تہ رڳو آڻي بربادي،
ھي تہ کسي ٿي سڀ آزادي،
ڪيئن چوي ٿو جنگ امن لئہ،
جنگ تہ ڪئي آ تيل کُوھن لئہ.
ھي جنگ آھي مفادن جي،
۽ ڪن ناپاڪ ارادن جي،
پر ڏاڍ ھميشه نہ رھڻو آ،
ھي ظالم ھڪ ڏينھن مرڻو آ.
شل ھر ظالم کي مات اچي،
۽ ڌرتي جو پيو امن بچي،
ظلمن جي ديوار بہ ڍھندي،
۽ پو تاريخ نئين ڪا ٺھندي،
جا لکبي سنھري لفظن سان،
۽ رھندي ياد شھيدن سان،
ڪي مرد ھئا جن جان ڏني،
پر پيلڙ ڌرتي ڪانہ ڏني،
۽ تاقيامت ياد عراقي،
ڪندو رھندو ھر ڪو خاڪي،
شعلا شعلا بغداد ٿيو
بغداد منجھان بيداد ٿيو.



## تڏهن ياد توکي ڪيو مون پرين

جڏهن ڪنهن ڪنهن سان ڪيو پيار آ،
جڏهن ڪو ڪنهن ڪان ٿيو ڌار آ،
تڏهن ياد توکي ڪيو مون پرين.

جڏهن ڪو محبت ۾ مجبور ٿيو
جڏهن سات ڪنهن جو مشهور ٿيو
جڏهن ڪوئي هٿ ۾ ڏئي هٿ هليو
جڏهن تهڪ ڏئي ناز مان ڪو ڪليو
تڏهن ياد توکي ڪيو مون پرين.

جڏهن ڪوبہ محفل مان پڙڪي اٿيو
انهي مهل ڪو من تہ ڏڙڪي اٿيو
جڏهن ڪوبہ وڇڙي اڪيلو رنو
انهي کي نہ ڪنهن حوصلو تي ڏنو
تڏهن ياد توکي ڪيو مون پرين.

وڇوڙي جي واءُ تيز ڏاڍي لڳي،
جڏهن تي خوشي ڏور ڏاڍي وئي،
جڏهن ڪوڪ درديلي ڪوئل ڪئي،
تڏهن ياد توکي ڪيو مون پرين.

جڏهن پيي رواجن کي راڱا ڪيا،
سچا يار هڪبئي کان وڇڙي ويا،
جڏهن ڪوبہ وڇڙڻ جو منظر ڏٺم،
جڏهن ڪوبہ تڙپڻ جو منظر ڏٺم،
تڏهن ياد توکي ڪيو مون پرين.

جڏهن يار جاني کي وڇڙي مليا،
وڏي چاهہ سان سي تہ چنبڙي مليا،
جڏهن گيت خوشين جا گونجڻ لڳا،
جڏهن چنڊ تارا بہ مرڪڻ لڳا،
تڏهن ياد توکي ڪيو مون پرين.



## رواج بد مزاج آ...!

نہ اک لڳي نہ اک سڪي،
خيال خواب ۾ بہ تون،
رهين نقاب ۾ بہ تون،
ڪهين حجاب ۾ بہ تون،
اُهو ڪهڻ يلو لڳي،
مگر سو هاڻ آ ڪٿي؟
ڪڏهن ڪڏهن نصيب سان،
سندءِ ڇهرو بہ ٿي ڏٺم،
اُهو ويو اهو ٿي غم،
ٿيو هي سور سرس آ،
ذرو نہ ڪنهن کي ترس آ.
جهان چوائہ پرين،
پيار سان رکي دغا،
نہ ڏوهہ ڪو سندءِ چوان،
ميار ڪيئن توکي ڏيان،
وفا تہ تون ڪرڻ گهرين،
پيار ئي ڏيڻ گهرين،
روڪيو توکي رواج آ.
پيار ۾ ديوار آ.
پيار تي زنجير آ.
مگر نراس نا ٿجان،
پيار تي يقين ڪجان،
جدائي جاڻ ٿي ختم،
رهندا نہ باقي غم الم،
اهو بہ ڏينهن نيٺ ئي،
اچي اچي اچي ويندو.



## تون پليو آهين

اج تنهنجي در تان،
خالي موٽيو هان،
جڏهن وقت وڃايو
وک وک خار چُڀي،
تنهنجي گهر تائين،
ها منهنجي گهر کان،
اج تنهنجي در تان،
خالي موٽيو هان.

جڏ تر تان بادل،
گذري ڪيو گهائل،
من مان آهه اُٿي،
چو مينهن نہ وسائين؟
روز ڪٽان هٿ مان،
اج تنهنجي در تان،
خالي موٽيو هان.

سا تہ سوالي جي،
آ صدا بہ اجائي،
جي سامهون نہ پڏي،
سڻ منهنجي سائين،
توکان پيار پنان،
اج تنهنجي در تان،
خالي موٽيو هان.

ٽو ڪڙو ڪڙڪايان،
جڻ دشمن آهيان،
ڪين ڪڙو بہ ڪلي،
تون تاڪ نہ لاهين،
توکي ڇا تہ چوان؟
اڄ تنهنجي در تان،
خالي موٽيو هان.

جڻ تڪيو ڏُڪيو
صحرا ۾ اُڃيو
سڀ تہ سراب سُجهي،
ڇو نہ پيچرو ڇاهين،
آئين ڪيئن ڪٽان؟
اڄ تنهنجي درتان،
خالي موٽيو هان.

اهڙي حالت ۾
تنهنجي چاهت ۾
خاڪي پيرَ پٿلي،
تون پليو آهين،
پر ديدار ٻنان،
اڄ تنهنجي درتان،
خالي موٽيو هان.



## صغير سپنا

صغير سپنا رسيا نہ جوين،
تني ويا سپ ذرو ذرو تي
گماٽي دل جي ڪلي جڏهن ڪان،
اُداس موسم ٽِڪي تڏهن ڪان
اسان تہ سمجهو اسان جي تيندي،
اسان نہ ڄاتو فريب ڏيندي،
حيات ڪيڏي ڪنن تي گذري،
نہ ڪير سمجهي ڪڏهن سکهي ٿو
غمن جا بادل رهن ٿا ڇايا،
ڪڪر خوشي جا ڪڏهن نہ آيا،
ڪڏهن نہ آيا ڪڏهن نہ آيا،
ڪٿي الاٽي هي ڪشتي رڪندي،
الئہ ڪڏهن ماڳ تي بہ رسندي؟
سفينو ڦاسي پيو ڪنن ۾،
نہ ساٿ ساٿي نہ واهرو ڪو
ڇڏي ويا جن جو هو سهارو،
هنن ڪڏهن ايئن چيو نہ پلجي،
قبول اٿئون پيار تنهنجو،
رکون ٿا من ۾ احساس تنهنجو،
اها بہ آشا رهي اندر ۾،
بچي نہ خاڪي اُميد من ۾،
رُليس گهڻوئي ٿيو نہ درشن،
سڪون من کي مليو نہ پل ڪن،
صغير سپنا رسيا جوين.



## دُعا

خوش رهين تون سدا،
هي دعا تو ڏيان،
جي بہ جهولا لڳن،
ڏور توکان سُجهن،
نيڻ تنهنجا ڏسن،
ڏينهن نہ ڪوئي ڏکن،
خوش رهين تون سدا،
هي دعا تو ڏيان.

ناهي احساس جن،
سي ئي احساس ڪن،
پنهنجا پنهنجا ٽين،
توکي سمجهي وڃن،
خوش رهين تون سدا،
هي دعا ٿو ڏيان.

شال تنهن چپن،
روز مرڪون وسن،
جي بہ توسان ملن،
سي تہ خوش ٿي کلن،
خوش رهين تون سدا،
هي دعا ٿو ڏيان.

جي بہ توتي سڙن،
شال سڙندا رهن،
ڀاڳ تنهنجا وڌن،
پير منزل رسن،
خوش رهين تون سدا،
هي دعا ٿو ڏيان.

جي بہ توکي وڻن،
ساڻ توسان هجن،
ساٿ جاني هجن،
سي نہ ناتا ڇنن،
خوش رهين تون سدا،
هي دعا ٿو ڏيان.



# سچائي اشاعت گهر جا شايع ٿيل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | هوشوءَ سنڌي هام | مرتب: يوسف سنڌي | (ختم) |
| 2. | جي هانءَ نہ هارين | 30 مختلف ليکڪ | (ختم) |
| 3. | تنهنجا تير تفنگ (مرحوم محمد يوسف پٺو جو چونڊ ڪلام) | مرتب: رجب علي ميمڻ | (ختم) |
| 4. | بک، عشق ۽ آزادي (ڪهاڻيون) | مترجم: يوسف سنڌي (ختم) | |
| 5. | منهنجي زندگيءَ ۾ جدوجهد (خان غفار خان جي آتم ڪهاڻي) | مترجم: يوسف سنڌي | (ختم) |
| 6. | پراڻو ڳوٺ، نئون ڳوٺ (ڪهاڻيون) | مترجم: پرويز | (ختم) |
| 7. | سرمد ڇا ٿو سوچي؟ | غلام حسين رنگريز | (ختم) |
| 8. | جي هينئڙي منجهہ هُرن (سفر نامو) | ڪلا پرڪاش | (ختم) |
| 9. | جڏهن آدم آيو | گرداس واڌاواڻي | (ختم) |
| 10. | سچ ڏکڻ مان ٿو اڀري (ناول) | ڪرشنچندر | (ختم) |
| 11. | فلسطين جدوجهد آزادي | مترجم: پرويز | (ختم) |
| 12. | جن جهونا ڳڙهہ جلايو | رسول بخش پليجو | (ختم) |
| 13. | نيڻ منهنجو نينهن (جيل ڊائري) | اعجاز علي خواجہ | (ختم) |
| 14. | سنڌ، پاڪستان ڪانپوءِ | مترجم: يوسف سنڌي | 60/= |
| 15. | سي سپ سانديم ساهہ سين (سفرنامو) | موتي پرڪاش | (ختم) |
| 16. | ادب ۽ فن جي اهميت | مائوزيتنگ/رسول بخش پليجو | (ختم) |
| 17. | گني بساؤ ڪيئن آزاد ٿيو؟ | يوسف سنڌي | (ختم) |
| 18. | چيني انقلاب جون ڪهاڻيون | مرتب: يوسف سنڌي | 50/= |
| 19. | رت جا ڦڙا (ڪهاڻيون) | پرويز | 60/= |
| 20. | جنين لوهہ لڳن ۾ (جيل ڊائري) | مترجم: يوسف سنڌي | 50/= |
| 21. | پاڪستان ۾ قومي مسئلو (مقالو) | مترجم: يوسف سنڌي | (ختم) |
| 22. | اڄ جو آدم (ڪهاڻيون) | چار ڪهاڻيڪار | (ختم) |
| 23. | ڪپيل هٿ (ڪهاڻيون) | محمد انور بلوچ | (ختم) |
| 24. | ڌرتيءَ جو قرض (ڪهاڻيون) | مترجم: يوسف سنڌي | (ختم) |
| 25. | جبل مٿي باهڙي (ادبي خط) | نجم عباسي / يوسف سنڌي | (ختم) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 26. | ٻالڪ فورس ۽ پوٽ بلڊنگ (ٻارن لاءِ ناول) | طارق قريشي | (ختم) |
| 27. | پنجين موسم ڪانپوءِ (ڪهاڻيون) | طارق قريشي | (ختم) |
| 28. | ڪڏهن بهار ايندو (ڪهاڻيون) | سوڀو گيانچنداڻي | (ختم) |
| 29. | جڏهن اُلا اُپ ۾ (شاعري) | آٿر نائن شاهي | (ختم) |
| 30. | ڪوڪوجيون سواليانشان (ڪهاڻيون) | ناهيد مغل | (ختم) |
| 31. | ڳالهيون ڪوٽ ڪڙن جون (جيل ڊائري) | اعجاز علي خواجه | (ختم) |
| 32. | درد ۽ اُمنگ دل ۾ (شاعري) | بيخود بلوچ | (ختم) |
| 33. | خواب ڪٽوري چنڊ (شاعري) | ساحر راهو | (ختم) |
| 34. | دريءَ وٽ بيٺل هڪ ڇوڪري (ڪهاڻيون) | ذوالفقار ڪانڌڙو | (ختم) |
| 35. | اي ٽرپ ٽُ آمريڪا (سفرنامو) | محمد انور بلوچ | (ختم) |
| 36. | اُجايل آبشار (شاعري) | علي اظهار | (ختم) |
| 37. | ٽين اک (ڪهاڻيون) | طارق قريشي | (ختم) |
| 38. | سرحدن کان اڳتي (ڪهاڻيون) | ضراب حيدر | (ختم) |
| 39. | بيدل جو اردو ڪلام (تحقيق) | اختر درگاهي | (ختم) |
| 40. | ڪاروپاٽي (ڪهاڻيون) | محمد انور بلوچ | (ختم) |
| 41. | آڪاش کان اڳتي (ناول) | محمد انور بلوچ | 100/- |
| 42. | وري ورندو واءُ (ڪهاڻيون) | غلام نبي ناشاد | 100/- |
| 43. | پاڇا منهنجي پاند ۾ (شاعري) | ڪلال | (ختم) |
| 44. | شاعري مُرڪي پئي (شاعري) | اختر درگاهي | 100/- |
| 45. | اونداهي ۾ سوجهرو (خاڪا) | يوسف سنڌي | 100/- |
| 46. | نجم عباسي فن ۽ شخصيت | يوسف سنڌي | 50/- |
| 47. | پسي تنهنجي تجلي (تذڪرو) | يوسف سنڌي | 200/- |
| 48. | لفظ ڳالهائين ٿا (خاڪا) | سيد اڪبر | 100/- |
| 49. | حياتي جي ڦاٽل ورقن جون ڪٿائون (ڪهاڻيون) | پنج ڪهاڻيڪار | 100/- |
| 50. | زندگي هڪ وار وري شروع ڪرڻي پوندي (شاعري) | شريڪانت صدف | 150/- |
| 51. | وچايل مُرڪ (ڪهاڻيون) | پرويز | 120/- |
| 52. | انسان فطرت ۽ سماج | ڊاڪٽر غفور ميمڻ | 100/- |
| 53. | سنڌي ادبي سنگت (هڪ جائزو) | يوسف سنڌي | 30/- |
| 54. | ٻنڌڻ ٻاروچن جا (آتم ڪهاڻي) | عبدالغفور الستي | 200/- |
| 55. | آئينا جيڪر پڙهن وچان ها (ٻاراڻي شاعري) | منٺار سولنگي | 30/- |
| 56. | لڙڪن آجا نيڻ (ناول) | پرويز | 130/- |
| 57. | زندگي جو سفر تون ۽ مان (سوانحي ناول) | ضراب حيدر | (ختم) |
| 58. | دل ڪليسا جي اڪيلي ڪنڊ آهي (ڪهاڻيون) | مراد قريشي | 130/- |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 59 | ماجر جي حور (ڪهاڻيون) | پرويز | 70/- |
| 60. | دوزخ مان دري (ناول) | محمد انور بلوچ | 100/- |
| 61. | دل جي دري (ڪهاڻيون) | پرويز | 130/- |
| 62. | منهنجو پاڻي بند نہ ڪجان (ڪهاڻيون) | پرويز | 100/- |
| 63. | ٻاتا جنين ٻول (ٻاراڻي شاعري) | پريل دايو | 40/- |
| 64. | سنڌ جو چنڊ (شاعري) | اياز امر شيخ | 180/- |
| 65. | بارش ڪانپوءِ (شاعري) | ذوالفقار سيال | 150/- |
| 66. | ايئن ئي جيئندا رهون ٿا (نثري نظم) | مشتاق پرڳڙي | 100/- |
| 67. | آرس جو پڳو هوندءِ (شاعري) | سڪندر مگسي | 100/- |
| 68. | چا هتن جي موت (شاعري) | علي محمد سولنگي | 100/- |
| 69. | ٽڪرا ٽٽل وجود جا (نثري ٽڪرا) | اياز امر شيخ | 120/- |
| 70. | 'مجاهد' داستان منهنجو | خدابخش مجاهد چانڊيو | (ختم) |
| 71. | سدائين سفر ۾ (سفرنامون) | يوسف سنڌي | 150/- |
| 72. | اچا سنڌ جيئي پيئي (شاعري) | فدا سنجراڻي | 15/- |
| 73. | پيهي جان پاڻ ۾ (آتم ڪهاڻي) | پرويز | 350/- |
| 74. | سنڌ ساري ويئي ٻڏي (ٻوڏ ڪهاڻي) | يوسف سنڌي | 250/- |
| 75. | انگن جي راند (ڪهاڻيون) | هوش محمد ڀٽي | 60/- |
| 76. | هڪ سئو تاريخ ساز شخصيتون | مائيڪل هارٽ /يوسف سنڌي | 390/- |
| 77. | زنجير ٽٽي پوندا (شاعري) | غلام محمد غازي | 120/- |
| 78. | ڊيئوءِ درياءَ (ناول) | افضل احسن رنڌاوا/يوسف سنڌي | 60/- |
| 79. | انقلابيءَ جو موت (ناول) | انل بروي/يوسف سنڌي | 60/- |
| 80. | گولڊ فنگر (ناول) | آئين فليمنگ/يوسف سنڌي | 130/- |
| 81. | ڪرفيو ۾ لکيل ڊائري (ساروڻيون) | نجم عباسي | 200/- |
| 82. | ادب، اديب ۽ ڪتاب | مترجم: يوسف سنڌي | 200/- |
| 83. | آمن ٿو گهران (شاعري) | خاڪي جاني | 150/- |


گهرائڻ لاءِ لکو

**سچائي اشاعت گهر**

دڪان نمبر 42 رابعہ اسڪوائر،
گاڏي کاتو حيدرآباد
فون: 03013640468



اندر جا احساس ڏات ۽ ڏانوَ جي پرن تي سوار ٿي جڏهن شعرن جو روپ ڌاريندا آهن تہ ڪيئي جذبا منجهن سمائجي روح جي تارن کي ڇيڙي ويندا آهن. وري جڏهن درد جي خنجر جي جهير آنڌ مانڌ پيدا ڪندي آهي تہ پوءِ پيچن لاءِ پڪارون پيون پچاريبيون آهن. سماج ۾ ٿيندڙ ظلم ۽ جبر پوءِ اهو ظاهر هجي يا لڪل، حساس سوچ سڀ کان اڳ محسوس ڪري وٺندي آهي، ڏاڍ شروع ٿيندي ئي ذميوار شاعر پنهنجو فرض سمجهندي ان خلاف پنهنجي ڌرتي ۽ مارن جي موجوده حالت ۽ مستقبل متعلق نشاندهي پنهنجي شاعري ۾ اوتي وٺندو آهي.

خاڪي جاني جا نرم نرم احساس ۽ نازڪ خيال مونکي سماجي توڙي سندس اندر جي ڇڪتاڻ سان وهنتل وهنتل لڳا آهن. خاڪيءَ جا غزل توڙي نظم جڏهن بہ پڙهيا اٿم ڀرپور انداز بيان سبب ذهن ۾ موجود سوچن کي ويتر گرمائي ويا آهن. هو پنهنجي شاعريءَ ۾ عشق، محبت سان گڏ ڌرتي جي دلالن ۽ غدارن کي پنهنجي منفرد نموني سان ننديدي مظلومن کي مظلوميت جو احساس بہ ڏياري ٿو وجي ۽ وري ظالم خلاف بغاوت توڙي مزاحمت لاءِ اُتساهي بہ ٿو. ڪتاب ۾ پيار بابت آزيون، نيازيون ۽ هيڻاهيون تہ اندر ۾ ولوڙا وجهو ٿيون ڇڏين. علم عروض جي مڪمل ڄاڻ سبب خاڪي جاني جي شاعري ۾ موسيقي تہ ازخود ئي موجود آهي، وري جي ڪو فنڪار ڳائي ٿو تہ محفل ئي منڊيو ڇڏي. سندس سوچن ۾ سمايل جذبا ۽ احساس توڙي ڏات ۽ ڏانو ڪنهن بہ سندَ جا محتاج ناهن. پاڻ شاعريءَ جي سڀني صنفن تي طبع آزمائي ڪئي اٿائين. ڏات ۽ ڏانوَ جي سنگم کي پسڻون آهي تہ سندس شاعري کي پڙهي ڏسجي.

نبي بخش 'ناز'

